# سنڌي اخبارن جي ٻوليءَ تي سرسري نظر

ليکڪ

- علي احمد بروهي
- ڊاڪٽر غلام قادر سومرو
- ڊاڪٽر حيدر لاشاري
- نياز همايوني




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد - سنڌ.

سنڌي اخبارون ۽ سنڌي ٻولي - سلسلي جو پهريون ڪتاب

# سنڌي اخبارن جي ٻوليءَ تي سرسري نظر

ليکڪ

علي احمد بروهي
ڊاڪٽر غلام قادر سومرو
ڊاڪٽر حيدر لاشاري
نياز همايوني




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
حيدرآباد - سنڌ
1995ع

چاپو پهريون: فيبروري 1995ع
تعداد : پنج سو
قيمت: ڏهه روپيا

# ملڻ جو هنڌ

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
نزد سنڌ صوبائي ميوزيم
حيدرآباد سنڌ

۽

مرڪزي دڪان - 16، نسيم شاپنگ سينٽر
نسيم نگر - قاسم آباد
حيدرآباد، سنڌ
پاڪستان

هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيو ۽ اشاعتي نگران امين لغاريءَ ايجوڪيشنل پريس ڪراچي مان ڇپرائي حيدرآباد سنڌ مان پڌرو ڪيو.

# فهرست





# پهاڪر

سنڌي صحافت جي عمر سو سوا ورهيه ٿيندي، پر ان جي ابتدائي تاريخ ۽ اوسر بابت ڪو معياري ڪتاب موجود نه آهي. شروع وارو دور ته پري رهيو، پر صوبائي خودمختياري جي دور پهرين اپريل 1937ع کان 14 آگسٽ 1947ع واري عرصي جو اخباري رڪارڊ به موجود ڪونه آهي. اهو دور سنڌ جي سياست جو نهايت ئي اهم دور هو.

هيءَ هڪ حقيقت آهي ته اڳاٽي دور ۾ اخبارن جا اڪثر ايڊيٽر اديب، شاعر، محقق، ديني عالم ۽ سچا سياسي سماجي ڪارڪن هوندا هئا. انهن پنهنجي خداداد صلاحيتن ۽ پرخلوص محنت واري جذبي سان سنڌي صحافت جو مان مٿاهون ڪيو. اخبار نويسن جا اڪثر پاڻ ۾ جهيڙا به ٿيندا هئا، پر ان هوندي به هو گهٽو ڪري هڪ ٻئي جا دوست رهندا هئا. ان دور ۾ ڪيئي تحريڪون وجود ۾ آيون جهڙوڪ: سنڌ جي بمبئي کان آزادي، خلافت تحريڪ ۽ انگريزن کان آزاديءَ واري تحريڪ وغيره. سنڌي صحافت ان سلسلي ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. پر اسان جي سنڌي صحافت جو هڪ اونداهو پهلو اهو به آهي ته ڪن اخبارن مذهبي فرقيواريت کي هوا ڏني. ڪن ڪٽر مها سڀائي هندن مسلمانن خلاف باهه ٻاري ڏني. ان دور جي سنڌي صحافت ۾ مذهبي جهيڙا، سياسي چڪتاڻ، هندو مسلم چڪتاڻ ۽ ان سان گڏوگڏ هندو مسلم ايڪتا ۽ سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ ادبي تاريخ بابت تمام گهڻو مواد ملي سگهندو. ڪن اخبارن ۽ رسالن ڪهاڻي، ناول ۽ ڊرامي ۽ ٻين ادبي صنفن کي ترقي وٺرائي، ڪن اخبارن ۽ رسالن وري سنڌي مشاعرن ۽ شعر و شاعريءَ کي زور وٺرايو. اهڙيءَ ريت سنڌي زبان ۽ ادب جي ترقي ٿي.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ واسين لاءِ ون يونٽ ۽ ضيا جي آمريت وارو دور ڏاڍو ڏکيو دور هو. ان دور ۾ سنڌي صحافت پاڻ ملهايو. اڄ به سنڌي صحافت جي اها اڳوڻي روايت برقرار آهي. خدا جي فضل سان اخبارن ۽ رسالن جو ڳاٽيتو چڱو آهي، ايڊيٽر اديب، عالم ۽ شاعر آهن. ڇپائي ۽ گيٽ اپ جي

لحاظ کان اج جون اخبارون ۽ رسالا اڳ جي ڀيٽ ۾ گھڻو مٿاهان آهن. ويتر ڪمپيوٽر هڪ انقلاب آندو آهي. گھڻي ڀاڱي اخبارن جو معيار مٿاهون آهي. ڪالم هجي يا مضمون، ايڊيٽوريل هجي يا ادبي صفحو، سمورا ساراهه جوڳا آهن.

هن دور جي سنڌي اخبارن جي ٻوليءَ تي سرسري نظر وجھڻ سان معلوم ٿيندو تہ انهن ۾ ڪيترن اوپرن لفظن جي جاءِ تي نوان ۽ نيٺ سنڌي لفظ نظر ايندا. جيڪا نهايت خوشيءَ جي ڳالهہ آهي. پر ڪڏهن ڪڏهن شايد تڪڙ سبب، نواڻ جي شوق يا اڻ ڄاڻائيءَ جي ڪري اسان جا صحافي اهڙا لفظ لکن ٿا، جو انهن جي پڙهڻ سان ڏاڍو ڏک ٿئي ٿو. سهڻي سيبتي ٻوليءَ ۾ غلط لفظ ڏسي ائين محسوس ٿئي ٿو ڄڻ اڇي ڪپڙي تي ڪنهن ڪاري ڇتي هڻئي هجي يا ڄڻ کير ۾ مک پئجي وئي هجي. ڀڳڻ ٻوليءَ ۾ ڪڏهن گرامر جون غلطيون نظر اچن ٿيون تہ ڪڏهن صورتخطي غلط لکيل نظر ايندي، تہ ڪڏهن وري ڏاري ٻوليءَ جو اثر چٽو پڌرو نظر ايندو.

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري پاران هن ڪتاب ۾ چئن ليکڪن جا مضمون شامل ڪيا ويا آهن. جن ۾ اخباري ٻوليءَ ۾ آيل غلطين کي نروار ڪيو ويو آهي ۽ غلط لفظن جي جاءِ تي صحيح لفظ ڏنا ويا آهن. انهن مان ڪن لفظن تي ڪن دوستن کي اعتراض ٿي سگھي ٿو، جن تي بحث ڪري سگھجي ٿو. اسان جو مقصد ڪنهن جا عيب ڳولڻ ڪونہ آهي، پر اسان چڱائي ۽ نيڪ نيتيءَ واري جذبي هيٺ هيءُ ڪتابڙو ڇپرايو آهي. اميد تہ اسان جا صحافي سڄڻ ۽ لکڻهار دل ۾ نہ ڪندا ۽ اسان جي هن نماڻي ڪوشش جو قدر ڪندي سهڻي ٻوليءَ جي سونهن وڌائڻ جي سلسلي ۾ ڪوششون ڪندا. اچو تہ گڏجي سنڌي ٻوليءَ جي سونهن وڌائون ۽ ٻاڻ ملهايون.

**ڊاڪٽر نواز علي شوق**
**چيئرمين**
**سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو**

ڪراچي - سنڌ
10 فيبروري 1995ع

# اخباري ٻوليءَ تي هڪ سرسري نظر

علي احمد بروهي

وڏا ٿورا! منڙي مالڪ جا، اڄ سنڌ ۾ سياسي سجاڳيءَ جو دور آيو ته ڏسجي، نه فقط اخبارن جي پڙهندڙن ۾ واڌ آئي آهي پر خود اخبارن جي تعداد ۾ پڻ خاص اضافو ٿيو آهي، شيطان جا ڪن ٻوڙا. اڄ سنڌي ٻوليءَ جي روزاني اخبارن جو ڳاڻاٽو وڃي درجن ڏيڍ کي پهتو آهي، وري مزو اهو جو سنڌي اخبارن پنهنجو سڪو به واهه جو ڄمايو آهي ۽ هاڻ سندن لکڻين جو نوٽيس پڻ ورتو ٿو وڃي. اخبارن سان گڏ صحافت جي دائري ۾ پڻ چڱي ڀرتي ٿي آهي، مضمون ۽ مقالا لکندڙن جي قطار ۾ روزبروز نوان نالا ڏسجي رهيا آهن. خاص طور شعر و شاعري ۽ ڪالم نويسيءَ ۾ ته ڪتڪ اچي ڪنا ٿيا آهن. سندن خيال جي اڏام ۽ لکڻين جي رواني ڏسي اڪثر ڏندين آڱريون ڏيڻيون ٿيون پون ته هي ماڻڪ موتي ۽ لعل گوهر هيل تائين الاجي ڪٿي ۽ کهڙي لڏ ۾ لڪل هئا!

ايتري سياسي سجاڳي ۽ صحافتي سرگرمي هوندي به تعجب هي آهي جو سنڌي ٻوليءَ ۾ جا سونهن سوڀيا اچڻ گهربي هئي، سا اڃان سوڌو ڏسڻ پسڻ ۾ ڪانه ٿي اچي. ممڪن آهي ته اها ماجرا اڃان اڌ پنڌ ۾ هجي، پر اهڙا ڪي اهڃاڻ ڏسجي نه رهيا آهن، بلڪ ڏٺو وڃي ته انهي ڏس ۾ ٻاڪ ئي نه ڦٽي آهي - جو هڪ لازمي امر پڻ آهي. ڇاڪاڻ ته اخبارن جي شمار ۾ واڌاري سان صحافين جي صفن ۾ ته برابر گهڻائي آئي آهي، پر صحافت جي معيار يا ٻوليءَ جي سنوار ۽ سينگار ۾ ڪا سرسي آيل نه ٿي ڏسجي. جي رنگروٽ ڪم ۾ رنڀايا ويا آهن، تن کي علمي لياقت ۽ صلاحيت ته ضرور هوندي، پر ڪين صحافت جو تجربو خير ڪي آهي، نه وري اخبارن جي دفترن ۾ اهڙي ڪنهن تربيت ۽

ترغيب ڏيڻ جو ڪو انتظام ئي آهي، هو غريب لَمَ ٽپ تي ڪم اُڪلائيندا تا رهن پوءِ ڳالهہ نهي نہ نهي، وٺ رينگٽ ڪي. آخر بہ تہ ڪين اخبارن جي خالي ۽ بڪايل ڪالمن جا پيٽ پرٽا آهن، پوءِ اڪر نہ سهي تہ نڪر ۽ ٿوپر ئي سهي!

ڏنو وڃي تہ سندن ڏوهہ آهي ئي ڪونہ. هڪ تہ هو اهڙي اٿانگي دور ۾ اچي سهڙيا آهن، جڏهن اژدو اژدها جيان مٿان ڦڻ ڪڍيو پيئي ڦوڪون ڏئي، وري ڪين جي استاد تڪريا سي پاڻ ڏوڪڙ ڏيئي پرتي ٿيا هئا، اڳين استادن جي پڑهائي ۽ پڑهائڻ پيٽ پوجا جي وسيلو هئڻ سان گڏ شيوا ڀڳتي ۽ عبادت پڻ هئي، اچوڪو استاد خواهہ صحافي، ماستري يا صحافت کي ريلوائي ويٽنگ روم جيان استعمال ٿو ڪري، تہ جيسين سندس منزل واري ريل اچي سهڙي، تيسين ڪرسيءَ تي ويهي ڪڙيون گرم ڪري، جئن چوڻي آهي تہ "ڀڳي سان ئي پيرا جيسين رتو راس ٿئي"

هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ صحافت (جرنلزم) ڪان مراد آهي، ٿي اهڙو ادب جو ٽڏي تي ۽ تڙتڪڙ ۾ سرانجام ڏنو وڃي. هونئن بہ اخبار جي ڄمار آهي گهڻي؟ ڪل چار پهر. رات پر پٿاري سورنهن سينگار ڪري نهي جڙي ڪنوار تي صبح جو پڑهندڙن جي ور جڙهي، ۽ وري شام جي ناٿي رنڙ ٿي دربدر رلندي رهي، پوءِ ڪي مٿس ترس آئي ڪيس پڪوڙن ويڙهڻ جي ڪم آڻين، تہ ڪي بي رحم وري منجهس پراٽا پادر پارسل ڪن. خود اخبار جي اڏاوت ۽ اوساري پڻ پنجن يا ڇهن ڪلاڪن ۾ مس وڃي راس ٿئي ٿي - باقي وقت جي سيڙپ ٿئي ٿي اخبار جي ڇپائي ۾، ايجنٽن وٽ پهچ ۽ گراهڪن ڏانهن ورڇ ۾. اهوئي ڪارڻ آهي جو اخبار جي رپورٽرن، خاطن يا سب - ايڊيٽرن کي ڳاڻي ڀڳي رفتار تي خبرن جي چنڊ ڇاڻ ۽ گهڙائي ڪرڻي ٿي پوي. ظاهر آهي تہ اهڙي وٽ ڀڪڙ جي صورتحال ۾ سواءِ تجربي ڪار صحافيءَ جي، ٻئي ڪنهن سيڪڙات کي ڪهڙي مجال جو مواد کي ٺاهي جوڙي، ۽ وري

ساڳئي وقت ڪيس وارنش سان پالش ڪري ۽ جرڪائي به!

وقت جي ڦيرڦار ۽ ڦيرڦار ۾، اسان جا نوجوان صحافي پوءِ خبرن جو پورائو ڪرڻ لاءِ زور رکن ٿا اڙدو اخبارن جي انڌاڌنڌ ترجمو ڪرڻ تي. نج ۽ ٺيٺ سنڌي لفظ ته وڃي ڪڏ پيا، پر عام فهم اکرن جي به چاڻ نه هئڻ ڪري هو ڏڙا ڏڙ اڙدو اکر استعمال ڪندا ٿا رهن. اهو ئي سبب آهي جو اوهان کي سنڌي اخبارن اندر ”معطل“ حيثيت، تشخص، مزاحمت، منتشر، محصورين، متاثرين ۽ مداخلت“ جهڙا ڦوڙات اکر، عام جام سنڌيءَ جي سيني تي مُڳ ڏريندي نظر ايندا!

وڏيڪ ۽ وڏو ويل وري انهن مچايو آهي جي اڙدو اکر ته استعمال ڪن ٿا ”الاجي نه“، پر هئن همراهن وري پنهنجا مترادو ۽ جڙتو اکر گهڙڻ تي سندرو ٻڌو آهي، جي لفظ نه لغت ۾ آهن ۽ نه وري رواج ۾. اڳ اسان وٽ هڪ اڌ اهڙو داڻو ڪٽو هوندو هيو، جو اکرن تي ڏاڪڻ ٺاهي پوءِ چاڙهيءَ تي چڙهندو هيو، پوءِ ڪو ”ڏتڙيل سنڌين“ جي سياست ڪندو هيو ته ڪو وري ”ڏات ڏڻين“ جي آدمشماري ڪرڻ تي ڳت ڏيندو هيو. هاڻ ته خير سان ولر وڏو ٿيو آهي ان ڪري اکر به انوکا ايجاد ٿي رهيا آهن.

هن ڏس ۾ جو تازو به تازو لفظ اخبارن ۾ استعمال ٿي رهيو آهي سو آهي ”سنٻيل“ پوءِ ڪي پوڏ جا سنٻيل آهن ته ڪي وري برسات جا سنٻيل. سنٻيل نهايت ڳورو ۽ ڳردار لفظ آهي، جو مارشل لا دور ۾ ايجاد ٿيڻ گهربو هيو جڏهن مسڪين ماڻهن جي پٺين تي ڦٽڪا (ڪوڙا) اڳڙن جيان وسائي سندن چمڙي اڌيڙي ٿي وئي، عام فهم اکر ”ستايل“ آهي جو صدين کان رواج ۾ آهي. ستايلن جي سهائتا سنڌيءَ ۾ عام محاورو آهي، ممڪن آهي ته ماڻوڪي ست ڪٽ واري دور ۾ سنٻيل لفظ کي وڌيڪ وڻ وارو جاتو ويو هجي! نوان لفظ جوڙڻ ڪو خراب ڪم ڪونه آهي، بلڪ جن ملڪن جا ماڻهو ترقي پسند هوندا آهن ۽ منجهن علم ادب جو ذوق شوق جام هوندو آهي، اتي هنرمند ڪاريگر ۽

دانشور هنر فن ۽ ادب ۾ نيون نيون ڳالهيون ايجاد ڪندا آهن.

نوان لفظ ايجاد ڪرڻ يا ڌارين اکرن جي استعمال ڪرڻ تي ڪا بندش نہ آهي، پر شرط هي آهي تہ پنهنجي ٻوليءَ ۾ جڏهن ڪا کوٽ هجي يا اٿاٿ تہ پوءِ سڀ ڪجهہ جائز آهي، چوندا ڪين آهن تہ ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي.

ٻوليءَ جي هاٺوڪي بگاڙ ۾ جنس جو غلط استعمال سر فهرست آهي. خاص طور جڏهن جملي ۾ ڌارين ٻولين جا اکر ڪتب آندا ٿا وڃن. مثال طور "آپريشن" انگريزي اکر آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "ڊاڪٽري وڍڪٽ، جراحي يا ڪارروائي" جنس جي لحاظ کان هي لفظ مونث طور ڪتب ايندو آهي، پر اڄ ڪلهہ هن لفظ کي جنس مذڪر طور عام استعمال ڪيو ٿو وڃي تہ "آپريشن ٿيندو يا ڪيو ويندو. آپريشن هميشہ ٿيندي آهي يا ڪئي ويندي آهي، نہ فقط آپريشن پر اهڙا هڙئي انگريزي اکر جن جي پٺ ۾ "شن" لاڳو ٿيل آهي، سي سڀئي جنس مونث ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن، جئن ٽرانسليشن، ڊڪٽيشن، ڪوآپريشن، سيپريشن وغيره، هي اصول سڄاڻ استادن اڳيئي طئي ڪري ڇڏيا آهن. هن ڏس ۾ فقط هي چوڻ ڪافي نہ آهي تہ لاڙ ۾ اسان وٽ آپريشن ٿيندو آهي، نہ وري هي ڪو مناسب دليل آهي تہ ڊاڪٽري آپريشن ٿيندي آهي، باقي ملٽري آپريشن ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ جو ڏاڏي جي لٺ کي ٻہ متا ٿيندا آهن.

جنس جو دارومدار لفظ جي ذاتي حيثيت ۽ نوعيت تي آهي جيئن "آچر جو چولو - آچر جي قميص - آچر جو بوٽ - آچر جي جُتي - قلم سٺو آهي - پينسل سٺي آهي - چاقون مڏو آهي، ڪاتي تکي آهي - ڪائين ڏارڻ جو ڪهاڙو - لام وڍڻ جي ڪهاڙي - خبر ملي آهي - خيال چڱو آهي - اخبار آئي آهي - رسالو شايع نہ ٿيو آهي - صورتحال سٺي آهي - فرياد داخل ٿيو آهي - اسيمبلي اجلاس اڄان ٻہ ڏينهن هلندو - اليڪشن ٿيندي، وغيره.

سنڌي ٻوليءَ جا اڪثر لفظ عدد واحد توڙي عدد جمع ٻنهي ۾ هوبهو هڪجهڙا استعمال ڪيا ويندا آهن، جئن "سوچ، سمجهه، خيال وغيره. هن ڏس ۾ اسان جا ڪي اديب اڙدوءَ جي نقش قدم تي هلندي سنڌي اکرن کي هرويرو ٻچ ٻڌي "جمع" بنائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، سنڌيءَ ۾ "ياد" واحد توڙي جمع آهي، پر اِج ڪلهه هن لفظ جي پيڙي سير تي آندي ويئي آهي ڪڏهن "يادون" تا لکن تہ ڪڏهن وري "يـاديـون!" جيـڪـڏهـن ڪين جمـع ۾ لـکـڻ لاءِ لاچاري آهـي تـہ پـوءِ "يـادگيـريـون" چئي سگهن ٿـا ۽ نـہ يادون! سـاڳي ريت سـنـڌيءَ ۾ "سوچ" جو جمع "سوچون" نـہ آهي پر "سوچ" سڀن جي آهي - اوهان جي سوچ، سڀ جي سوچ يا جڳ جهان جي سوچ! اوهان جڏهن بہ اهڙن خاص لفظن جو جمع ۾ اظهـار ڪندا تـہ سـمـورو مـامـرو بي سودو ٿي پوندو. مثال طور "مائي ڀاڳيءَ اڄ ڪار چاڙهي آهي"، پر جيڪڏهن جمع ۾ بہ اوهين ڪار بجاءِ "ڪاريون" لفظ استعمال ڪندا تہ مونجهارو ٿي پوندو.

هي برابر آهي تہ اڄ ڪلهہ سنڌي ٻولي وارثن هوندي سوندي بہ ڇوري ڇني آهي ۽ ساڻس ڇيڙڇاڙ ڪرڻ تي ڪا جهل پل آهي ئي ڪانہ، جئن چوڻي آهي تہ انڌي جي جوءِ جو الله واهي آهي! پر تڏهن بہ شـڪـر الحمد لله جو اڃان ڪي آهين جوڳي جوءِ ۾ جن ڪي نہ فقط ڦهڳڻ ٻولي سان هٿوپائي ڪرڻ تي کهڪاءُ ٿو اچي يا ڪين اندر ۾ ڇهنڊڙيون ٿيون پون، پر سنڌن رت بہ ٿو ٽهڪي، اوهان ڏٺو هوندو تہ ويجهڙائي ۾ ٻن ٽن مضمونن جي ڇپجڻ تي ئي، ايترو اثرائتو رد عمل ٿيو، جو ڪراچيءَ جي سنڌي اخبارن ڪان اڙدو اکر ائين اوچتو ئي اوچتو غائب ٿي ويا جئن گڏهہ جي مٿي تان سڱ، اسان جي پنهنجن اديبن ۽ صحافين ۾ وڏيون اميدون آهن تـہ هو سنڌي ٻوليءَ جي سَترَ، سونهن ۽ صحت جي بيحد حفاظت ڪندا. هوئن بہ اسان وٽ پنهنجي سڃاڻپ لاءِ ٻيو رکيو ئي ڇا آهي - سواءِ امڙ ٻوليءَ جي؟ ڪيس ويس وڳا ڦهرائي اڄو اجرو رکڻ بجاءِ جي پاڻ ٻيهي سندس لوئي ليڙون ڪريون تہ اها هڪ ٽرئجدي ٿيندي!

# سنڌي اخبارن جي ٻوليءَ جو جائزو

ڊاڪٽر غلام قادر سومرو

## روزانه "عوامي آواز" ڪراچي

1.9.94: جُنونيت- مذهبي جنونيت جي پاڙ پٽڻ لاءِ پنجاب جي گورنر جي تجويز (حالتن جي چنڊڇاڻ واري مضمون جو عنوان).
جنونيت لاءِ "چريائي" جو لفظ مناسب ٿيندو.

4.9.94: 300 سنڌي ملازمن کي ڪراچي بدر ڪرڻ سنڌ خلاف سازش آهي (خبر)- بدر ڪرڻ بجاءِ "نيڪالي ڏيڻ، ٻاهر ڪيڻ/ تڙڻ". ڪراچيءَ مان ڪيڻ استعمال ڪيو وڃي ته وڌيڪ سولو لڳندو.

8.9.94: غاصب ۽ احتساب- غاصبن جي احتساب جو وقت اچي ويو آهي (قائم علي شاهه).
غاصب: پين جا حق کسيندڙ- احتساب: حساب ڪتاب/ ڪِيتو لوڙائڻ Accountability حق کسيندڙن جو/کان حساب ڪتاب.

6.9.94: يوسي درساڻو چنو جي ڪارڪردگي مقامي ادارن ۾ مُنفرد آهي. (نادر وساڻ).
سنڌي گرامر مطابق "مڪاني ادارن ۾ درساڻي چني وارن جي ڪارڪردگي نِرالي آهي" ٿيڻ گهرجي.

(2) ڪجهين ايجنسين ترين مارچ کي سي گريڊ قرار ڏئي ڇڏيو (رپورٽ جي سُرخي)- قرار ڏيڻ بدران 'چاڻائڻ' ڪم آڻجي يا چٽي ڇڏيو لکڻ گهرجي.

7.9.94: خيرپور ۾ 3 ماڙ عمارت ڪرڻ سبب ..... (خبر)

3- ماڙ معنيٰ ٽن ماڙين واري عمارت. انهي ڪري "ٽماڙ ڪرڻ...."
لکجي تہ هرج نہ آهي.
10.9.94: ڊائريءَ جو ٽڪرو- ايبنارمل (مضمون جو عنوان)
گهٽ چاڻ وارو مٿئين عنوان مان ڪهڙو مطلب وٺي؟ اهو عنوان
هن ريت هئڻ گهرجي. غير رواجي ماڻهوءَ جي ڊائريءَ جو
ٽڪرو.
"هڙڪ هلو" (آفتاب) اهو ڏسندي ڏسندي اردو "ديکها
ديکهي" جو ڦِڪو لفظي ترجمو آهي.
13.9.94: "هڪ روزه" ڪانفرس (پ-ر) "هڪ روزه بدران "هڪ
ڏينهن واري ڪانفرس لکيو/ چيو وڃي تہ مناسب ٿيندو.
20.9.94: "ملي پيڪٽ" - انتظاميا ملي پيڪٽ ڪري..... (خبر). اُن جاءِ
تي ناني ويڙهو لکڻ گهرجي.
26.9.94: نواز شريف عوام جي دولت حرام سمجهي ڦٻائڻ چاهي ٿو:
(وزيراعظم)
جيڪڏهن حرام سمجهي تہ ڦٻائي ڇو؟ جملو هن طرح هئڻ
گهرجي..... عوام جي دولت کي پاڻ لاءِ حلال سمجهي ڦٻائڻ
گهري ٿو يا مفت جو مال سمجهي ڦٻائڻ گهري ٿو يا حرام
بجاءِ نڌ ٽڪي لفظ لکڻ گهرجي.
27.9.94: زهير اڪرم نديم جي نواز ليگ کان بغاوت. (خبر)
"کان بغاوت" نہ پر "سان بغاوت" ٿيندو يا لکجي مُنهن موڙَ.

## روزانہ "عبرت" حيدرآباد

1.9.94: رهزن ڌاڙيل: سنڌ جو هڪ وڏيڪ رهزن ڌاڙيل سرور چانڊيو
گرفتار (خبر)
رهزن: راهہ ويندڙن کي ڦريندڙ- ڌاڙو هڻندڙ/ ڦريندڙ- بہ ساڳي
معنيٰ وارا لفظ غيرضروري طرح ڪم آندا ويا آهن.

بدنام ڏاڙيل لکيو وڃي تہ مطلب واضح ٿي پوندو.

3.9.94: هنگامي رٿابندي:

برسات ۽ ٻوڏ جي ستايلن جي واهر لاءِ هنگامي رٿابندي (خبر). هنگامي جي بجاءِ تکڙي/ ترت/ فوري/ لکڻ گهرجي.

واءِ جا جهونڪا خوشبو ٿي پيا (رپورٽ)

"جهونڪا" پنهنجو لفظ ناهي، "واءُ جا جهوٽا" چوڻ کپي.

سنڌ ۾ زرعي منڊين جو چار وچايو ويندو (خبر)

منڊي (جمع منڊيون) اسان جو لفظ نہ آهي. ان جي جاءِ تي / پڙين/ مارڪيٽن لکڻ گهرجي.

انگريزي لفظ "مارڪيٽ" اڳ ۾ ئي مروج ٿي چڪو آهي جنهن جي سنڌيءَ ۾ معنيٰ آهي "پڙي".

7.9.94: عوامي نمائندا ستايلن جي واهر لهن. (بينظير ڀٽو)

"واهر لهڻ" غلط اصطلاح آهي. "واهر ڪرڻ: معنيٰ مدد ڪرڻ- "واهر ڪن" صحيح ٿيندو.

ماحولياتي آلودگي: ڪي اخبارون "ماحول جي گدلاڻ" لکن ٿيون، جيڪو سمجهڻ ۾ وڌيڪ سولو آهي.

زرعي سامان تي مهانگائي ٽئڪس نہ ورتو وڃي (مطالبو)

"..... ٽئڪسِ نہ ورتي وڃي" صحيح ٿيندو.

8.9.94: پوليس ٿاڻي تي ٽارچر سيل هئڻ جو انڪشاف.

پوليس ٿاڻي ۾ ايذاءَ گهر موجود هئڻ جي خبر. ائين لکڻ سان جملو وڌيڪ صحيح ٿيندو.

11.9.94: ڪوٽ غلام محمد ۾ ٻاڄين جي فراهمي بند ڪئي وئي. (خبر)

ان بجاءِ لکجي. ٻاڄين جي رسَد/ پهچ/ بند ڪئي وئي.

سنڌ جا تاريخي ماڳ مسمار ٿيڻ لڳا. (خبر) هتي لکجي تاريخي ماڳ ڀُرڻ / ڊهڻ/ گم ٿيڻ لڳا.

12.9.94: نانگن بلائن جي يلغار (خبر)

"يلغار"بجاءِ حملو يا ڪاهہ لکڻ گهرجي.

13.9.94: (1) شديد طوفاني برسات. ڪوهستان ۾ هاڃا ڪري ڇڏيا (خبر)

"برسات جا راڱا" ٿيندا آهن. جڏهن تہ "هاڃا" معنيٰ ظلم/ ڏاڍ ڏمر آهي. مثال: هيڏا هاڃا ٿين، ٻُري هن ڀنڀور ۾ (شاهہ).
راڱا ۽ هاڃا ڌار ڌار معنائن وارا لفظ آهن.

(2) بدين ۽ ٺٽي ضلعي ۾ برساتن جا هاڃا (خبر)

هن سرخي ۾ ٻن ضلعن جي ڳالهہ ڪئي ويئي آهي. مٿين خبر کي صحيح سنڌي ۾ هن طرح لکي سگهجي ٿو:
بدين ۽ ٺٽي ضلعي ۾ برساتن جا راڱا.

14.9.94: (1) بينظير ڀٽو کي جمهوريت سان گهري دلچسپيءَ تي خراج تحسين (خبر)

هيءَ خبر تہ ڪنهن اردو اخبار تان ترجمو ڪئي ويئي آهي "زبردست خراج تحسين" بجاءِ مبارڪون لکڻ گهرجي.

(2) 17 هزار ڪلو گرام هشيش اسمگل ڪرڻ جي ڪوشش ناڪام (خبر). اسمگل بجاءِ سمگل لکڻ گهرجي.

(3) سنڌ ۾ بجليءَ جو وڏو بريڪ ڊائونَ. بريڪ ڊائون لفظ عام نہ آهي. ان لاءِ ڪي سؤلا ۽ سهٽا لفظ ڳولڻ گهرجن.

(4) ڪوٽا سسٽم ختم ڪرڻ واري فيصلي خلاف ننڊا (خبر). هيءُ جملو غلط آهي. اهو هن ريت هئڻ گهرجي. فيصلي تي ناراضگي يا فيصلي خلاف احتجاج، مظاهرو.
ڪنهن بہ اٿوٽنڊڙ فيصلي جي "نِندا" تہ ڪئي ويندي آهي. جڏهن تہ فيصلي خلاف احتجاج/ مظاهرو ڪيو ويندو آهي.

(5) عام راءِ جي ٻٽاوت (ڪالم)

"ٻٽاوت" جي معنيٰ ڇا آهي؟ هئڻ گهرجي عام راءِ جو اظهار/

جي تعميل/ جي اهميت.

(6) امدادي ڪاروائين ۾ هيراڦيري ٿيڻ نہ ڏبي. (خبر) اهو جملو هن ريت هئڻ گهرجي .... ڪاروائين ۾ هيٺ مٿاهين/ اُبت سُبت/ ٿيڻ نہ ڏبي. "هيرا ڦيري ڪرڻ" سنڌي جو اصطلاح نہ آهي. اهو ڏاريئي بيمار اصطلاح جو لفظي ترجمو آهي.

17.9.94: (1) ڪراچي ۾ "موت جو رقص جاري (خبر)

"موت جو رقص" ڏاريو اصطلاح آهي، جڏهن تہ "موت جو راڪاس" چئي سگهون ٿا. مٿين لفظن کي هن طرح پڻ لکي سگهجي ٿو: ڪراچي ۾ موت جو راڪاس گهمي رهيو آهي.

(2) طاقتور ٽرانسمنگ اسٽيشن قائم ڪئي وڃي (مطالبو)

"ٽرانسمنگ" نہ پر "ٽراسمٽنگ..... جي جاء تي "طاقت ور خبر رساني" لکڻ گهرجي.

(3) ابلاغ عام ۽ راء عام (مضمون جو عنوان)

ڏور ڦهلاءُ "عام ڦهلاءُ ۽ عام راءِ" بہ تہ چئي سگهجي ٿو.

18.9.94: واپاري 20 سيپٽمبر تي ڪفن سرن سان ٻڌي نڪري اچن (نواز شريف).

"ڪفن سر سان ٻڌڻ" اسان جو اصطلاح هرگز نہ اهي. 'ڪفن پائي' يا سر تري تي رکي اچن، وڌيڪ صحيح ٿيندو.

19.9.94: زوري 'هڙتال' ڪرائيندڙن خلاف سخت قدم کڻڻ جو فيصلو (خبر).

'هڙتال' ٻنهن جي ٻوليءَ لفظ نہ آهي، جڏهن تہ پاڻ وٽ "هٽ تاڙ" (هٽ/ دڪان کي "تاڙي ڏيڻ/ بند ڪرڻ) موجود آهي، جو صحيح آهي.

24.9.94: سنڌ ۾ معدني ذخيرن جي "ذيان" ٿيڻ جو خدشو (خبر).

"ذيان" نہ پر "زيان" لکڻ گهرجي.

26.9.94: پاڪستاني فوج کي هٿيارن سان "ليس" ڪيو ويندو.

"ليس" پنهن جو لفظ هرگز ناهي. "ليس" جي معنيٰ "تيار" آهي. مٿي آيل جملي کي هن طرح بہ تہ لکي سگهجي ٿو. (پوري طرح) هٿياربند ڪيو ويندو.

(2) اردو ڳالهائيندڙ سنڌ دشمن الطاف خلاف اٿي کڙو ٿين. (اپيل)
"اٿي کڙو ٿين" نہ، پر "اٿي کڙا ٿين" لکڻ گهرجي.
ڇاڪاڻ تہ جملي ۾ فائل (ڳالهائيندڙ) "جمع" ۾ آيل آهي.

(3) مورو جوڻ موتمار حقيقتون (عنوان) اهوعنوان
"موري جون....." ٿيڻ کپي.

27.9.94: جلوس تي فائرنگ ۾ لنبازي. (خبر)
گولين جا کڙڪا فائرنگ جا ڌوڌڪاءَ ۾ لنين جا ڌوڙيا. ائين لکڻ گهرجي.

28.9.94: ٽئڪس ڏيندڙ پنهنجا گوشوارا 2 آڪٽوبر تائين داخل ڪرائين (اعلان). اهو هن ريت لکڻ گهرجي.... پنهنجا حساب ڪتاب/ انگ اکر داخل ڪرائين.
"گوشوارا": حساب ڪتاب جو نقشو.

(2) ڪمند جي آبادگارن تي ڳاٽي ڀڳو ٽئڪس مڙهيو ويو. (خبر)
"ڳاٽي ڀڳو ٽئڪس" نہ پر "ڳاٽي ڀڳي ٽئڪس" ٿيڻ کپي.

## روزانہ "هلال پاڪستان" ڪراچي.

1.9.94: استاد ۽ شاگرد عظيم مقصدن کي پنهن جو 'نصب العين' بنائين. (بينظير ڀٽو)
هتي نصب العين بجاءِ مقصد، رهنما اصول يا آدرش لکڻ گهرجي.

2.9.94: موسمي ڏيڏر ۽ ڀيٽ ڀرڻ ۾ پورا آهن (قادر مگسي)
"ڏيڏر ۽ ڀيٽ ڀرڻ" وچ ۾ "۽" اجايو اچي ويو آهي.
ڪراچي پورٽ تي عملدارن جي ملي ڀگت سان ڦرلٽ جا واقعا.

(خبر)
"ملي ڀڳت" ڪنهن به صورت ۾ سنڌي لفظ نه آهي. ان بجاءِ
'صلاح'/ ناهه لکڻ گهرجي. يا اهو جملو هن ريت لکيو وڃي:
ڪراچي پورٽ ٽرسٽ جي خزاني جي هٿ ورچ. عملدارن جو
ناني ويڙهو.
8.9.94: اسلامي دنيا لاءِ (4- نقاطي حڪمت عملي) 4- نُڪاتي. يا
چؤڪنڊائين لکجي.
چئن نڪتن واري "تل سَل" stretegy جي پذرائي. لکڻ
گهرجي.
10.9.94: هتيار فراهم ڪرڻ.....
"فراهم ڪرڻ" لاءِ "هٿيار ڏيڻ" به ته ٿي سگهي ٿو. يا
هٿيارن جي رسد لکڻ گهرجي.
13.9.94: (1) ٽنڊو باگو تعلقي ۾ وڏي تباهي.
ٽنڊو باگو، نه پر ٽنڊي باگي لکڻ گهرجي.
پنگريو شهر ۾ گوڏن جيڏو پاڻي.
"گوڏن جيڏو" نه، پر "گوڏي جيڏو" پاڻي چيو ويندو آهي.
ٻيو مثال: گوڏي جيڏي گپ.
(2) سنڌ ۾ تعليم کي بچائڻ جا ڪجهه طريقا.
"ڪجهه" نه، پر "ڪي" طريقا.....
18.9.94: اميبائي پيچش Amoebic Dysentry هتي تُز طبي نالو ڏيڻ
گهرجي.
19.9.94: حڪومت پاران هڙتال کي منهن ڏيڻ لاءِ حڪمت عملي تيار.
(خبر)
"حڪمت عملي" لاءِ "تل سل" ڪم آڻي سگهجي ٿو (تلڻ
سلڻ= ڳڻ ڳوت ڪرڻ).

22.9.94: (1) پارت طرفان ڪنٽرول لائين جي ڀڃڪڙين جا "تباهہ ڪن" نتيجا نڪرندا. (خبر).

مرڪب لفظ "تباهہ ڪن" اردو جي معرفت فارسيءَ تان ورتل آهي. ساڳئي مفهوم/ معنيٰ لاءِ 'هاڃيڪار'/ آڳرا. لکي سگهجي ٿو.

مسيحي پيشي ۾ بہ ڪي اهڙا ڪٺور دل جا ڊاڪٽر ٿي سگهن ٿا.

"ڪٺور دل جا" نہ، پر "ڪٺور دل" (بي رحم) صحيح ٿيندو.

23.9.94: لاهور ۽ گجرانوالا ۾ بمن جا ڌماڪا (شهہ سرخي)

"ڌماڪو/ ڌماڪا" بجاءِ "ڌڪاءُ/ ڌوڌڪاءُ" ڌڌڪا. لفظ ڪم آڻي سگهجن ٿا.

## روزانہ "جاڳو" ڪراچي.

ايشيائي ترقياتي بئنڪ

1.9.94: ايشيائي ترقياتي بئنڪ سنڌ ۾ تعمير ٿيندڙ ڇهن پاڇيءَ ۽ ميوي جي منڊين لاءِ قرض جي فراهمي روڪي ڇڏي. (خبر)

"پاڇي منڊي يا ميوي جي منڊي- مارڪيٽ انگريزي لفظ آهي، جنهن کي هوبهو "مارڪيٽ" ڪري ڪم آندو ويندو آهي.

'مارڪيٽ' لاءِ ٺيٺ سنڌي لفظ "پڙي" آهي، مثال طور: مال پڙي (چوپائي مال جي نيلام جي جاءِ)، پاڳا پڙي (شيئر مارڪيٽ) وغيره:

"منڊي" ڌاريو لفظ آهي. جنهن کي اجايو استعمال ڪيو ويجي ٿو.

اهو جملو هن ريت لکيو وڃي ها: ايشيائي ترقياتي بئنڪ سنڌ ۾ تعمير ٿيندڙ پاڇي ۽ ميوي جي ڇهن پڙين لاءِ قرض روڪي

ڇڏيا.

مٿيون جملو هن نموني به لکي سگهجي ٿو:

ايشيائي ترقياتي بئنڪ سنڌ ۾ ٿهندڙ ڇهن ٻاڇي ۽ ميوي جي مارڪيٽن لاءِ منظور ٿيل قرض روڪي ڇڏيا.

اسان جي اندر جون سازشون (مضمون).

لفظ سازش/ سازشن سان "اندر" لفظ ملائڻ غير ضروري آهي، 'سازش' جو واسطو ئي "اندر" سان آهي، تہ پوءِ ان کي واضح ڪري لکڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.

3.9.94: سڄي سنڌ ۾ زبردست طوفاني برسات. (خبر)

' طوفاني برسات' لاءِ سنڌي ۾ "مينهن واچ" چئبو آهي. ان تان اصطلاح، "مينهن واچَ ڪري اچڻ" موجود آهي.

5.9.94: سڄي ملڪ ۾ بجليءَ جو وڏو بريڪ ڊائون. (خبر)

لفظ "بريڪ" واحد طور "بريڪُ" ۽ جمع ۾ "بريڪَ" جنس مذڪر طور ڪم اچي تہ وڌيڪ بهتر آهي. يا ماهر هن قسم جي انگريزي لفظن بابت پنهنجا رايا ڏين.

7.9.94: باضابطا ڳالهيون- باضابطي ڳالهيون وڌيڪ بهتر ٿينديون.

لفظ "ضابطو" جو جمع آهي "ضابطا" لفظن جي صورتخطي بگيڙڻ کان پاسو ڪيو وڃي،

باضابطي ڳالهہ، باضابطي سوال، باضابطي ڳالهين ۾/ سوالن ۾، اهڙيءَ ريت لکي سگهجي ٿو.

9.9.94: نوازشريف جي ٽرين مارچ لاءِ مُلڪ ۾ "ٽيمپو" نهي تہ سگهيو (خبر)

"ٽيمپو" انگريزي زبان جو لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. حرڪت/ چال/ انداز. هن لاءِ ڪو ٺڙ سنڌي لفظ ڳولڻ کپي.

10.9.94: سنڌ کي 'جمود' مان ڪڍڻ لاءِ "سگا" جي مدد (جائزو: مرتضيٰ کهاوڙ)

سنڌ کي ننڍ مان اٿارڻ لاءِ.... سنڌ کي ڳهر مان ڪيڻ لاءِ....
سنڌ جي سُستيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ... سنڌ کي مانار مان
ڪيڻ لاءِ. انهن مان ڪوبہ هڪ جملو ڏئي سگهجي ٿو.

11.9.94. نئين ڳاج تيزيءَ سان وهڪرو بدلائڻ لڳي. (رپورٽ).
لفظ "نئين" جو ضد آهي "پراڻي"، جڏهن تہ "نَئن" جي معنيٰ
آهي "جبلن تان وهي ايندڙ برساتي ندي". تنهن ڪري نَئن
ڳاج لکڻ گهرجي.

14.9.94: مهانگائي جي ڏائڻ غريبن جا پيٽ چٽي رهي آهي.
چوندا آهن تہ ڏائڻ هانو/ هنياءِ ڪڍي رت پيئندي آهي، جنهن
تان مثال طور چوندا آهن: ڏائڻ رت ٿي پي ويئي آهي! "ڏائڻ
"پيٽ چٽڻ" واري آفت نہ آهي.' اهو جملو هن ريت لکڻ
گهرجي: .... ڏائڻ غريبن کي ويهاري/ ماري/ آرائي ڇڏيو آهي.

15.9.94: مخالف ڌر جو ٽرين مارچ- ٽائين ٽائين فش! (ايڊيٽوريل)
ٽرين مارچ ۽ "ٽائين ٽائين فش" جو واسطو سنڌي ٻولي سان
هرگز نہ جوڙڻ کپي. هيئن بہ لکي سگهجي ٿو "مخالف ڌر جي
ٽرين مارچ جي نانگيل ڦوسيل ڊهي پئي".
'ٽائين ٽائين" معنيٰ بڙبڙ/ بڪواس/ لباڙ وغيره.

18.9.94: الطاف جي سالگره تي ڪراچيءَ ۾ خون جي هولي. (خبر جي
سرخي).
'خون جي هولي' سڌون سڌو ترجمو آهي. انهيءَ خبر کي ٻين
لفظن ۾ آڻي سگهجي ٿو. مثال: .... سالگره تي "رت جي
راند" کيڏي وئي/ رتوڇاڻ ڪئي وئي وغيره.

19.9.94: دُبئي چلو (فهميده حسين)
دبئي واري سفرنامي ۾، دبئي جو ذڪر هن ريت ڪيو ويو
آهي:
انهن امارتن ۾ ڪوبہ ٻاهريون ماڻهو ملڪيت يا جائداد خريد

ڪري نہ ٿو سگهي.
"ملڪيت" ۽ "جائداد" ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
"دبئي چلو" جي بدران "دبئي هلو" بہ تہ ٿي سگهي ٿو. سنڌ ۾ ميلن ملاڪڙن تان چوندا آهن: هل ميلي تي! سنڌي ۾ گهر هلو، شهر هلو چئبو.
20.9.94: مون کي شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي سان بي پناھ عقيدت جي بنياد تي نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو (انور سولنگي)- "بي پناھ عقيدت" بجاءِ تمام گهڻي محبت لکي سگهجي ٿو.
"بي پناھ محبت" بجاءِ "اٿاھ پيار" جا لفظ مناسب ٿيندا.
ڇاڪاڻ تہ "بي پناھ" ٻاهران ورتل غيرضروري لفظ آهي.
21.9.94: اڌوري هڙتال- مخالف ڌر جي سَڏ تي سڄي ملڪ ۾ اڌوري هڙتال (شهہ سرخي)
"ناڪامياب يا اڻپوري هڙتال...." لکي چئجي.
24.9.94: طائون جي وبا- ڇا "سنڌي ۾ طائون لاءِ ڪو لفظ ملي نہ سگهيو آهي. انگريزي لفظ پليگ Plague لاءِ لفظ "ساٽو" (ستڪِي مرڻ) مناسب ٿيندو.
ورسيءَ جو ڏِڻ- حيدر جوڻيجو (راز ڇُتل وڳڻ)
ڪنهن اهم موقعي جي نسبت سان "وڏو ڏينهن" يا "ڏڻ" چوندا آهيون.
27.9.94: ... مشتعل ڪارڪنن گاڏين تي پٿراءُ ڪيو. (خبر)
"پٿراءُ" ڪهڙي فعل تان وَرتل آهي؟- اهو اردو تان ورتل "لفظ" آهي.
مڇريل ڪارڪنن گاڏين تي پٿرن جا وسڪارا لائي ڏنا يا پَٿَرَ وَسايا.

روزانہ "برسات" ڪراچي.

2.9.94: "گمبٽ کهڙا" روڊ- "گمبٽ" يا "گنبت"؟
هونئن تہ هي لفظ ٻنهي صورتخطين ۾ لکيو وڃي ٿو، پر اُن جي هڪ ئي صورت اُهائي اختيار ڪرڻي آهي، جيڪا تاريخي طور هيءُ لفظ وٺي چڪو آهي، يعني "گمبٽ". اردو اخبارون وري کهڙا بجاءِ کوڙا لکن ٿيون.
4.9.94: "سُرن جو ساٿيهہ" (عنوان)- "ساٿيهہ" يا "ساڙيهہ"؟ هي صورتخطي جو مسئلو ماهر حل ڪن.
8.9.94: وڻ ۾ ۾ ٽنگيل نامعلوم لاش هٿ آيو (خبر)
جملو هن طرح ٿيندو: وڻ ۾ ٽنگيل نامعلوم ماڻهوءَ جو لاش هٿ آيو.
9.9.94: ڪراچي ۾ دهشتگرديءَ جي نئين لهر. (خبر)
"دهشتگرديءَ جي لهر" سنڌيءَ ۾ چئي سگهجي ٿو، پر مٿين لفظن کي هن طرح لکجي تہ بهتر ٿيندو: ڪراچيءَ ۾ وري ڌمڪاءُ شروع.
10.9.94: نئين دمباليءَ پرپاسي برساتن سبب تباهي. (خبر)
"دمبالو" يا "دنبالو"نون غني جو مسئلو بہ هڪ اهم مسئلو آهي. اهو ڪنهن اصول هيٺ حل ڪرڻ گهرجي.
11.9.94: زهريلن جيتن وڏڻ سبب ٿر ۾ موت جو رقص (خبر)
"موت جو رقص" لڳي ٿو تہ موت وڏو ڪو "ناچُو تاپو" آهي. مٿي آيل لفظ "مشڪل پسندي" جو مثال آهن. "موت جو چڪر" چئجي تہ بہ ڳالهہ ٺهڪي اچي ٿي.
مٿين خبر هن طرح بہ لکي سگهجي ٿي: زهريلن جيتن ترواسين جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو.
12.9.94: "ڪئنات جا مشاهدا" (عنوان)
"ڪئنات" نہ، پر "ڪائنات" جا مشاهدا" ٿيڻ کپي.
13.9.94: ناري جون لکين ايڪڙ زمينون "اڻ ڏيانيءَ" سبب "بنجر"

ٻٽيل. (خبر)

"بنجر" ڏاريو لفظ آهي. "بنجر" جي معنيٰ غيرآباد آهي. آباديءَ هيٺ نہ ايندڙ زمينون. ان ڏياني بجاءِ بي ڏياني لکجي تہ بهتر ٿيندو.

15.9.94: ڪيترائي "محلا" پاڻي هيٺ (خبر)

'محلہ' معنيٰ "پاڙو" تہ پوءِ "ڪيترائي پاڙا پاڻيءَ هيٺ" لکيو وڃي تہ بهتر ٿيندو، ڇو جو محلو ڏاريو لفظ آهي.

16.9.94: پي- ٽي- سي واڻوچرن جو عالمي منڊيءَ ۾ وڪرو شروع (خبر)

'عالمي منڊيءَ' بدران "عالمي مارڪيٽ" بهتر ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ لفظ "مارڪيٽ اسان وٽ ڪاليج وغيره وانگر پنهنجي اصلوڪيءَ معنيٰ ۽ مفهوم ۾ مروج ٿي ويو آهي. "لفظ منڊي" ڪم آڻيون تہ ايڏو خراب ناهي، پر منهنجي خيال ۾ مارڪيٽ وڌيڪ صحيح ٿيندو.

18.9.94: (1) هڙتال دوران قانون ٽوڙيندڙن کي ڪُچليو ويندو (بينظير ڀٽو)

"ڪچليو ويندو"- اسان وٽ 'ڪُچلڻ' وارو لفظ/ اصطلاح آهي ئي ڪونہ! تنهن ڪري ان جي جاءِ تي "چِتيو ويندو" لکيو وڃي.

(2) برسات ستيلن جي بِنان "مت پيد" جي مدد ڪبي (خبر)

"مت پيد" ويڇو/ فرق. لکڻ گهرجي: برسات جي ستايلن جي بنان ڀيد ڀاءُ يا ڪنهن ويڇي جي مدد ڪبي.

23.9.94: شاعريءَ جي هول سيل مارڪيٽ (عنوان)

لفظ "مارڪيٽ جي "ٽ" مٿي پيش ڏيڻي، متحرڪ ڪري استعمال ڪيو ويندو آهي ۽ "مذڪر" طور ڪم ايندو آهي. عنوان جا لفظ هن طرح هئڻ کپن. شاعريءَ جو هول سيل/ ٻڌو

مارڪيٽ.

27.9.94؛ پرڏيهي متاسنا جي منڊيءَ جو تصور (مضمون جو عنوان)

"منڊي" بيمار لفظ آهي جو اڌارو ورتو ويو آهي.

"مارڪيٽ" لاءِ اسان وٽ لفظ "پڙي" يا مڏي مشهور آهي. لفظ "مارڪيٽ" پڻ استعمال ٿيندو رهي ٿو. هيڊنگ هن ريت ٿيندي؛ پرڏيهي متاسنا جي مارڪيٽ جو تصور.

## روزانه "عوامي آواز" ڪراچي.

12.10.94؛ (1) نوري آباد ۾ پوليس جو ڇاپو (خبر)

"ڇاپو" ڏاريو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "چڙهائي" (مثال اچي ڪڙڪڻ). خبر هن طرح بہ لکي سگهجي ٿي: نوري آباد ۾ پوليس جي چڙهائي.

13.10.94؛ (1) پيرجو ڳوٺ لڳ مقابلي ۾ هڪ ڏاڙيل مارجي ويو (خبر)

جملو هن طرح هئڻ گهرجي: پيرجي ڳوٺ لڳ.....

(2) اطلاع گمشدگي (اشتهار جو عنوان). انهيءَ کي هن طرح بہ لکي سگهجي ٿو: "گم ٿيلن جو اطلاع/ ڏس پتو گهرجي."

14.10.94؛ (1) ميمبرن جو اڻ اعلانيا واڪ آئوٽ (خبر)

ميمبرن اعلان ڪانسواءِ واڪ آئوٽ ڪيو. يا اڻ اعلانيو واڪ آئوٽ ڪيو. يا اوچتو واڪ آئوٽ ڪيو.

(2) خيرپور ضلعي تي افغاني پکوڙن جي ڪاهہ (خبر)

لفظ "پکوڙا" سنڌي ٻوليءَ جو هرگز نہ آهي. ان لاءِ پاچوڪ/ پاچوڪڙ" مناسب ٿيندو. جيڪو فعل "پچڻ" مان ورتل آهي. ... پکل افغانين جي ڪاهہ.

(3) پيراشوٽ ڪنهن ايجاد ڪيو؟ (معلوماتي مضمون جو عنوان)

مثيون سوال هن طرح هئڻ کپي: پئراشوٽ يعني هوائي ڇٽي

ڪنهن ايجاد ڪئي؟

15.10.94: سنڌ ۾ ڏارين جي موجودگي ترقي ۾ رڪاوٽ جو مکيا ڪارڻ آهي (قادر مگسي). هن جملي ۾ "مکيا" نه پر "مکيہ" هئڻ کپي. ۽ رڪاوٽ بجاءِ رنڊڪ وڌيڪ بهتر ٿيندو.

16.10.94: سانگهڙ لڳ متارو مان تيل ۽ گئس جو وڏو ذخيرو دريافت (خبر). 'متارو' ڦري متاري ٿيندو:
سانگهڙ لڳ متاري مان تيل ۽ گئس جو وڏو ذخيرو لڌو.

19.10.94: هالا لڳ بس ڪلٽي (خبر)- "ڪلٽي" اسان جو لفظ نہ آهي. هيئن ٿي ڪٿي چئجي: هالن لڳ بس اونڌي.

20.10.94: (1) پيارو فقير سائين جي عرس تي صوفين جو ميڙاڪو (رپورٽ)
مٿي آيل لفظن جي جوڙجڪ هن طرح هئڻ گهرجي:
سائين پياري فقير جي عُرس تي صوفين جو ميڙاڪو.

(2) سکر پوليس هٿان رنگ رليون ملهائيندي ٻہ جوڙا گرفتار (خبر)
"رنگ رليون" سنڌي لفظ نہ آهي.
.... موجون ماڻيندي/ مزا ماڻيندي ٻہ جوڙا گرفتار.

25.10.94: عبدالغفار تبسم جي ڪتاب 'سوچون، صحرا، سراب' جي مهورت (خبر)
هن ڪتاب جو عنوان "مشڪل پسندي" تي آڌاريل آهي ۽ 'جي مهورت' بجاءِ جو مهورتُ لکڻ گهرجي.

## روزانہ "ڪاوش" حيدرآباد

7،1.9.94 ٻوڏ جي متاثرين لاءِ...... . اهو جملو غلط آهي. لفظ متاثرين بجاءِ ستايل صحيح ٿيندو. يا ٻوڏ کان متاثر ٿيلن/ ٻوڏ جي ستايلن لاءِ.....

8.9.94: ڪراچيءَ ۾ پورهيت سنگت پاران احتجاجي مظاهرو ۽ مارچ

(خبر)

’مظاهرو‘ گهڻو ڪري احتجاج طور ئي ڪيو ويندو آهي. مٿين خبر ۾ لفظن جي ٻيهڪ هن طرح هئڻ گهرجي: .... سنگت پاران احتجاج، مظاهرو ۽ مارچ.

12.9.94: (1) وڏيرن ۽ ڪامورن جي ملي ڀڳت.....

سنڌي فعل ”ملڻ“ مان اسم ملِت، مثال طور چوندا آهن پاڻ ۾ ’ملتِ‘ آهن، يعني مليل آهن- البت ”ملي ڀڳت“ اسان جو اصطلاح هرگز نہ آهي ۽ غيرضروي طرح استعمال ۾ آندو ويو ٿو. ملي ڀڳت بجاءِ ناني ويڙهو لکڻ گهرجي.

(2) گرلس هاءِ اسڪول ’چڪ‘ جا 6 ڪمرا ڏماڪي سان ڊهي پيا (خبر)

’ڏماڪي‘ بدران ’ڌڌڪي‘ صحيح ٿيندو، ڇاڪاڻ تہ ’ڏماڪو‘ اُڏارو ورتل لفظ آهي.

12.9.94: آبپاشي کاتي سيوهڻ جي ايس ڊي او ۽ سب انجنيئر سوڏو 7 ڇٽا گرفتار (خبر)

”آب پاشي کاتو“ جي جاءِ تي ”نهري پاڻيءَ وارو کاتو“ چئي سگهجي ٿو. انجنيئر سوڏو بجاءِ انجنيئر سوڏا لکڻ گهرجي.

15.9.94: ميونسپل نواب شاهہ جي ائڊمنسٽريٽر ۽ چيف آفيسر تي ملازمن جو ”پٿراءُ“ (خبر)

”پٿراءُ“ لاءِ ”پٿرن ۽ ٻيندن/ ڪڙن/ ڀترن جو وسڪارو“ چئجي تہ ڪهڙوهرجُ آهي؟

17.9.94: ڪراچي ۾ دهشت گردن جي انڌا ڌُنڌ فائرنگ (خبر)

’اَنڌا ڌنڌ‘ فائرنگ لاءِ هيئن بہ چئي سگهجي ٿو: فائرنگ جا ڏوڙيا......ڇتي فائرنگ.

(1) سماجي تنظيمن بابت تجويز ڪيل بل سماجي تنظيمن ۾ ”ڀونچال“ آڻي ڇڏيو (خبر)

اهو جملو هن ريت لکڻ گهرجي .... بل سماجي تنظيمن کي ڏوڏي چڏيو.

19.9.94: عبدالله شاهه ۽ ايم- ڪيو ايم جي مذاڪراتي ٽيم ۾ هڪ ڪلاڪ ڳالهيون. (خبر)

'مذاڪراتي' لاءِ "ڳالهيون ڪندڙ" ڪم آڻي سگهجي ٿو.

24.9.94: قوم، مسئلن ۾ قاتل آهي ۽ سياستدان پنهنجي دڪانداري چمڪائڻ جي پويان آهن (عبدالله شاهه)

"دڪانداري چمڪائڻ" پنهنجو اصطلاح هرگز نه آهي. "لَئِه بيهارڻ" سنڌي اصطلاح آهي، جنهن جي استعمال سان مفهوم سمجهه ۾ اچي ويندو. يا ڪٿي چئجي ته سياست بازي چمڪائڻ جي پويان آهن.

26.9.94: اڄ ڪراچيءَ کي 10 ڪلاڪن تائين بجليءَ جي فراهمي معطل (خبر) اهو جملو هن ريت لکڻ کپي. اڄڪلهه رُوءِ ڪراچيءَ جي اڄ کي 10 ڪلاڪن تائين بجلي ملي نه سگهي.

28.9.94: منهنجي حڪومت کي ڪوبه 'غيرمستحڪم' نه ڪري سگهندو (بينظير). اهو جملو هن طرح به ٿي سگهي ٿو: منهنجي حڪومت کي ڪير به لوڏي/ ڏوڏي نه سگهندو.

## روزانه "عبرت" حيدرآباد

5.10.94: افغان پکوڙا ڪتڪن ۾ سنڌ اندر داخل ٿي ويا (خبر)

"پکوڙا" نه پر "پاڇوڪڙ" (پٺي جان ڇڏائيندڙ) پاڇوڪ/ پاڇوڙ.

6.10.94: تشدد جو سهارو ورتو ويو ته سِرَ جو جواب پٿر سان ڏينداسين (غوث علي شاهه)

"سِرَ جو جوابِ پٿر سان ڏيڻ" ڪنهن به صورت ۾ سنڌي اصطلاح نه آهي. سنڌي سنئون ڏک هڻندا آهن. هڻ لٺ،

لوڙهه، گهوٻاٽو وغيره.

14.10.94: سِرَ جي خاتمي لاءِ هنگامي اُپاءَ (خبر)

"هنگامي" نه پر "تڪڙا اپاءَ.

(2) درياءِ سنڌ ۾ لاڙ ڪانپوءِ خطرناڪ ڪاڌ جو عمل شروع ٿي ويو (خبر)

ڪاڌ جو عمل، ڪي سولو بنائي. هيئن چئي سگهجي ٿو: ....

لاٽ ڪانپوءِ خطرناڪ "ڪاڌ" شروع.

(3) عراق جو وري ڪويت ڏانهن جارحانه رويو (خبر)

عراق جي وري ڪوئيت سان اِڪرائي. لڪڻ گهرجي.

(4) فنڪارن کي فِلمن تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻ گهرجن. (غلام معين الدين)

صحيح نالو "غلام محي الدين" آهي.

16.10.94: ڪاڇي جو سمورو علائقو ٻَڏل آهي. ماڻهو لنگهڻ ڪاٽڻ لڳا (خبر)

لنگهڻ ڪاٽڻ نه، پر "لنگهڻ ڪڍڻ" مروج آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "بکون ڪاٽڻ".

(2) ناخواندگيءَ موجوده حڪومت جون ڪوششون (مضمون جو عنوان)

"ناخواندگي" لاءِ اسان وٽ "جهالت/ اڻ پڙهائپ" جهڙا لفظ اڳ ۾ ئي استعمال ٿيندو رهي ٿو: مشڪل کي وڌيڪ مشڪل نه بنايو وڃي.

18.10.94: .... سمورن سياسي اسيرن کي رها ڪيو وڃي (مطالبو)

مٿيون جملو هن طرح لکيو وڃي: سمورن بانڌين کي ڇڏيو/ آزاد ڪيو وڃي.

21.10.94: سنڌ جي ڪاليجن ۾ درس تدريس جو ڪم مڪمل بند رهيو (خبر)

.... پڙهائي بند رهي يا پڙهڻ پڙهائڻ، بند رهيو.

(2) .... ڏاڙيلن جي فائرنگ: هو معجزانه طور بچي ويو (خبر)

لکيو وڃي: .... فائرنگ ۾ سندس وار به ونگو نه ٿيو. يا اتفاق سان/ معجزي طور بچي ويو.

23.10.94: مون کي پڪ آهي ته اُن جي پاداش ۾ جيل ويندس (پيرپاڳارو)

"پاداش" لاءِ بدلو/ عيوضو/ سزا ڪم آڻي سگهجن ٿا. يعني ان جي عيوضي/ بدلي ۾ جيل ويندس.

(2) شهري ۽ ڳوٺن جون عورتون بينظير جا هٿ مضبوط ڪن (ميراڻي)

"هٿ مضبوط ڪرڻ" سنڌي اصطلاح هرگز ناهي. ان لاءِ "حمايت" "پٺڀرائي" ڪم آڻي سگهجن ٿا.

24.10.94: بلديه ٽائون جي ماڻهن ۾ ڪُهرام مچي ويو (خبر)

ڏارئي لفظ "ڪهرام" لاءِ "واويلا/ روڄ راڙو" لفظ ڪم آڻي سگهجن ٿا، جيڪي اڳ ۾ ئي مروج آهن.

## روزانه "هلال پاڪستان" ڪراچي.

15.10.94: عرفات، رابين ۽ شمون پيريز لاءِ نوبل انعام (خبر)

"نوبل" نه پر "نوبيل" Nobel ٿيڻ کپي.

16.10.94: بنامت پيد جي ماڻهن جي خدمت ڪندس (مرتضيٰ ڀٽو)

ڪنهن به ويچي ڪانسواءِ يا بنان ڀيد ڀاءِ ماڻهن جي خدمت ڪندس.

(2) پهرين ٻَڪي ڪير ڀري.... (عنوان)

صحيح چوڻي "پهرين ٽڪي ڪير ڀري" آهي.

(3) نوشهري فيروز ضلعي ۾ نشيدار شين جو ڪاروبار کُلئي عام هلندڙ. (خبر)

"ڪلئي عام" اسان استعمال نہ ڪندا آهيون. انهن لاءِ "ڪليو ڪلايو" وارا لفظ مناسب ٿيندا.

24.10.94: سبزي منڊيءَ جي واپاريءَ جي گهر ۾ 8 لکن رپين جو ڌاڙو (خبر)

"سبزي منڊي" لاءِ "ڀاڄين جي پڙي" لکيو وڃي تہ مناسب ٿيندو.

25.10.94: ڪولمبو ۾ ڌماڪو (خبر)

"ڌماڪو" لاءِ "ڌڌڪاءُ/ ڌوَڌڪاءُ" صحيح ٿيندو.

26.10.94: ڪاليج اُستادن جا ڪجهہ مطالبا منظور (خبر)

"ڪجهہ" نہ پر "ڪي" مطالبا.....

## روزانہ "جاڳو" ڪراچي.

6.10.94: ڪئمپس ڪاريڊرو مان (معصوم)

'ڪاريڊور' صحيح ٿيندو يا ڪئمپس جي ورانڊن مان.

(2) اسسٽنٽ ڊائريڪٽر لائيو اسٽاڪ ائنيمل هسبنڊري خلاف غبن جي انڪوائري (خبر). مالداري ڪاتي جي اسسٽنٽ ڊائريڪٽر خلاف پئسن جي خوردبرد جي جانچ. وڌيڪ مناسب آهي.

هن خبر ۾ آيل لفظن مان پنج لفظ انگريزي آهن. سنڌي ٻولي تي ڪو رحم ڪريو.

8.10.94: سنڌ ۾ "را" جي پنج هزار تربيت يافتہ دهشتگردن جي موجودگي جو انڪشاف (خبر)

سنڌ ۾ "را" جا پنج هزار سکيا ورتل ويڙهاڪ/ ڌمڪائيندڙ موجود ٻڌايا ويا آهن. لکڻ گهرجي.

(2) گوڙائي/ هُلائي گدلاڻ Noise Pollution ان لاءِ لکجي. هل ٻکيڙي واري گندگي گدلاڻ/ ناپاڪي/ ميرائي. گوڙ شور جو آزار.

15/10.94: (1) ميمبرن جا حڪومت سان رابطا (خبر)

"رابطا/ رابطو" لاءِ "لهہَ وَچڙ" بہ استعمال ڪري سگهجي ٿو. 'لهہ وچڙ' هميشہ عدد "واحد" ۾ ڪم ايندو آهي. رابطا جي جاءِ لاڳاپا/ واسطا لکڻ گهرجي. يا ميمبرن جو حڪومت سان ميلُ جول بہ لکي سگهجي ٿو.

(2) مِٺي ڪاليج جي شاگردن ۽ انتظاميا جي وچ ۾ ڇڪريون (خبر)

لکڻ گهرجي "انتظاميہ" نہ تہ انتظاميا جو جمع ٿيندو انتظاميائون.

(1) استادن تي تشدد خلاف ڪنڊيارو ۽ نوشهرو ۾ مظاهرو (خبر)

...... ڪنڊياري ۽ نوشهري ۾ مظاهرو. لکڻ گهرجي.

21.10.94: ... خزاني مان ڪوڙا بل ناهي 13 لک رپيا ڳڙڪائي ويو (خبر)

"ڳڙڪائي" نہ، پر "ڳرڪائي" (ڳرڪائڻ) لکڻ گهرجي.

23.10.94: (1) فرقيواريت ملڪي استحڪام لاءِ خطرناڪ ثابت ٿيندي (بينظير)

'فرقيواريت' ۽ "استحڪام" وغيره لاءِ ڪي ٻيا سنڌي لفظ بہ تہ ملي سگهن ٿا.

(2) مخالف ڌر جي ميمبرن کان ٽئڪس گوشوارن جي جاچ شروع (خبر).

اهو جملو هن ريت لکڻ گهرجي: ٽئڪس گوشوارن جي جاچ شروع يا ٽئڪس جي حساب ڪتاب جي جانچ جونچ.

24.10 94: سنڌي ادب بہ هاڻ اردو وانگر عوام کان ڪٽيل نظر اچي رهي آهي (فهميده رياض)- 'مونث' ۽ 'مذڪر' ۾ ڪو تہ فرق هئڻ گهرجي. .... "نظر اچي رهيو آهي" لکڻ گهرجي.

روزانہ "برسات" ڪراچي.

2.10.94: "فرقيواريت ڦهلائيندڙن کي سختيءَ سان ڪُچليو ويندو. (صدر لغاري)
" ڪچليو- " ڪچلڻ" اسان جو لفظ ناهي. جملو هن طرح لکي سگهجي ٿو: فرقي بازن کي لتاڙي ماريو ويندو. ڪچليو جي جاءِ تي چيپاٽيو لکڻ گهرجي تہ وڌيڪ صحيح ٿيندو.
3.10.94: ترقي پسند پارٽي طرفان ايم- ڪيو ايم خلاف مزاحمتي جنگ جي توثيق (ترقي پسند پارٽي)
ترقي پسند پارٽيءَ طرفان ايم- ڪيو ايم سان مقابلي جي ڳالهہ.
.... روڪڻ لاءِ جنگ کي مضبوط بنايو ويندو.
(2) ڪوٽڏجي ۽ ٺري ميرواهہ ۾ نشي جو کلي عام واپار (خبر)
"کلي عام" بجاءِ "کُليو ڪلايو"/ بي ڌڙڪ/ پڌري پٽ لکڻ گهرجي.
5.10.94: هفتہ صحت و صفائي (اشتهار)
سولي سنڌي ۾ هن طرح لکي سگهجي ٿو: "صحت ۽ صفائي جو هفتو"
6.10.94: ايم- ڪيو- ايم سنڌ اسيمبلي اندر "کُلم کلا" سنڌي- مُهاجر جو چڪر شروع ڪري ڏنو (اسيمبلي ڪاروائي جي رپورٽ)
"کلم کُلا" نہ پر "کُليو کلايو"/ سئون سڌو.
(2) عوام "پٿر جو جواب پٿر" سان ڏيڻ جو پڪو پهہ ڪري ڇڏيو (خبر)
"پٿر جو جواب پٿر سان" هي اصطلاح اسانجو هرگز ناهي. سنڌي عوام پٿر جو جواب ڪهاڙين سان ڏيندا آهن. يا ڏڪ جو جواب ڏڪ سان لکڻ گهرجي.
9.10.94: سنڌ جي آدم شماري ۾ ڏانڌلي ڪرڻ جا ثبوت ملي ويا

(خبر)

’ڏانڍلي‘ سنڌي لفظ نہ آهي. ان جي جاءِ تي ٽڳي يا ڏانڊلِ لکڻ صحيح ٿيندو.

11.10.94: حڪومت ۽ ايم- ڪيو- ايم وچ ۾ سرچاءَ لاءِ ٺوس پيش رفت ٿي آهي (خبر)

”ٺوس“ ۽ ”پيش رفت“ اسان جا لفظ هرگز نہ آهن. ”.... سرچاءَ لاءِ اڳتي وڌيا آهن.“ لکڻ مناسب ٿيندو.

14.10.94: سنڌ اسيمبلي ۾ گوڙ. ايوان مڇي مارڪيٽ بنجي ويو (خبر)

.... ايوان ”مڇي مياڻي“ بڻجي ويو. لکڻ گهرجي.

15.10.94: سزا يافتا قيدين کان ڏوڪڙ وٺي کين ڀڄايو ويو هو (خبر)

’سزا يافتہ‘ لکڻ صحيح ٿيندو. جڏهن هاءِ ساڪت جي ڀڃاڙيءَ وارو لفظ صفت طور ڪم اچي، تڏهن ان جي صورت هاءِ ساڪت واري ئي رکڻ کپي.

20.10.94: ڪاليجن ۾ تدريسي عمل بند (خبر)

”تدريسي عمل“ لاءِ ’پڙهڻ پڙهائڻ‘ چيو وڃي تہ غلط نہ ٿيندو.

21.10.94: ايل- ايم سي جي هاسٽلن تي پوليس جي يلغار (خبر)

”يلغار“ لاءِ چڙهائي/ هَلان جهڙا لفظ بہ تہ ڪم آڻي سگهجن ٿا.

## روزانہ ”ڪاوش“ حيدرآباد.

1.10.94: بہ اڌ سنڌ ۽ طالع آزما سياستدان (ڪالم)

طالع = سِتارو/ قسمت/ ڀاڳ/ نصيب

’طالع آزما‘ اڙانگو ڏاريو لفظ آهي. ڏارين لفظن ۽ اصطلاحن جي استعمال کان پرهيز ڪئي وڃي.

3.10.94: (1) مورو پرسان ڪوچ ۽ بس ۾ ٽڪر (خبر)

لفظن جي بيهڪ هن طرح هئڻ گهرجي:
موري پرسان ڪوچ ۽ بس ۾ ٽڪر.

(2) مهانگائي جو ڀوت (هائيڊپارڪ ۾ ڇپيل هڪ خط جو عنوان).
اهو به غلط نه آهي، پر ’مهانگائي جو راڪاس‘ وڌيڪ مُناسب ٿيندو.

12.10.94: ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ عورتون پٽڙين تي ليٽي پيون (خبر)
.... عورتون ريلن/ ريل جي پٽن/ ريل بند تي ليٽي پيون. لکڻ گهرجي.

15.10.94: .... اڄ ڪان ڪمند پيڙهڻ جي سيزن شروع ٿي نه سگهندي (خبر)
”پيڙهڻ“ نه پر ”پيڙڻ“ ٿيڻ کپي.

18.10.94: ڪنڊيارو جي استادن جي بک هڙتال پنجين ڏينهن ۾ داخل (خبر)
ڪنڊياري جي استادن جي بک هڙتال...... لکڻ گهرجي.

22.10.94: سنڌ ڊيموڪريٽ مرگ بستر (ڪالم جو عنوان). مرگ بستر بجاءِ ”موت جو منجو“صحيح ٿيندو. چوندا آهن ته ”نه مري ٿو ۽ نه وري منجو ئي ڇڏي ٿو“.

23.10.94: بلديا ٽائون ۾ فوج طلب (خبر)
بلديه ٽائون ۾ فوج گهرائي ويئي. لکڻ گهرجي.

(2) اسان کي ’تقسيم سنڌ‘ نه ”ميثاق سنڌ“ کپي (خبر)
’سنڌ جو ورهاڱو‘ نه، پر ”سنڌ جي ضمانت/ معاهدو“ کپي.

# سنڌي ٻوليءَ سنڌي اخبارون

ڊاڪٽر حيدر لاشاري

ڪنهن بہ ٻوليءَ جي واڌ ويجهہ، اُن ٻوليءَ جي لکڻ پڙهڻ وسيلي ٿئي ٿي، اڄ جڏهن انسان ڪمپيوٽر دور ۾ داخل ٿي چڪو آهي، تڏهن وٽس ايترو وقت ڪونهي جو هو گل بڪاولي، ليلان، چنيسر ۽ روميو جوليٽ جا قصا ۽ داستان ويهي پڙهي يا راتين جون راتيون ويهي پراڻي دور جون يادگيريون ۽ قصا ٻڌي. اڄ جو انسان دنيا جي ڄاڻ اخبار وسيلي حاصل ڪري ٿو. اڌ ڪلاڪ جي مطالعي ۾ هو دنيا جي گولي تان ڦري موٽيو اچي.

اڄ اخباري دنيا عام زندگيءَ جا فاصلا گهٽائي ڇڏيا آهن. اڄ اخبار ذريعي دنيا جي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺل انسان ٻي ڪنڊ جي انسان سان رابطي ۾ آهي. اڄ هو هڪٻئي جا حال احوال سياسي ۽ سماجي تبديليون، معاشي خبرون چارون گهر ويٺي وٺي رهيا آهن. جڻ تہ اخبارن نئين دور ۾ نئون قلمي توڙي مواصلاتي انقلاب آڻي ڇڏيو آهي.

اخبارون ماڻهن جي روزمره زندگيءَ جي اٿڻ ويهڻ ۽ ڳالهہ ٻولهہ تي اثر انداز ٿين ٿيون، انهيءَ ۾ وڌاءُ ڪونهي تہ اخبارون عام ماڻهوءَ جي لاءِ سستو سکيا گهر آهن، جتان ماڻهو سياسي، سماجي، اقتصادي، مواصلاتي، اخلاقي، ديني، ثقافتي، تعليمي ۽ طبقاتي تربيت حاصل ڪري ٿو. اخبارن ڪري ماڻهن جي حياتيءَ تي گهرا اثر پون ٿا. جنهن ڪري ماڻهن جي تربيت ان ترتيب سان ٿئي ٿي. هن دور ۾ اٽڪل هر ٻوليءَ ۾ اخبارون شايع ٿين ٿيون ڪي روزانہ تہ ڪي هفتيوار، ڪي

پندره روزه تہ کي وري ماهوار. اهي وري مختلف موضوعن جون ترجمان هونديون آهن، پر گهڻي ڀاڱي طور سينڌي جو خيال هوندو آهي ماڻهن کي ڄاڻ ڏيڻ.

مذهبي اخبارن ۾ مذهبي ٻولي استعمال ڪيل هوندي آهي. يعني اُها ٻولي جيڪا اُن مذهب جي مکيہ شخصيت جي مادري ٻولي هوندي آهي جهڙوڪ : عرب عربي، هندو هندي، زردشت فارسي، ٻڌلوڪ هندي ۽ سک گرمکي ٻوليءَ ۾ پنهنجو مذهبي پرچار ڪن ٿا. مذهبي اخبارن ۾ مذهبي ٻوليءَ جي استعمال ڪري اُن ٻوليءَ جي عام ڳالهائيندڙ تي ڌاري ٻوليءَ جو اثر ڪنهن نہ ڪنهن شڪل ۾ پوي ٿو.

ادبي اخبارن ۽ مخزنن ۾ وري ڪڏهن ڪڏهن ٻہ چار سال ڪنهن نہ ڪنهن ٻوليءَ جو اثر موجود هوندو آهي، ڪڏهن اُن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ اديب ڪنهن پرڏيهي ادب کان متاثر ٿيندا تہ ان ٻوليءَ جا لفظ، چوٽيون، پهاڪا اصل يا ترجمو ڪري پنهنجي لکڻين ۾ پيا ٺنبيندا. جيئن ڪجهہ وقت اڳ سنڌي نوجوان اديبن تي ٻاهريون اثر ويهي ويو هو. هو تخليق ڪار يا شاعر کي "ڪوي" چوڻ لڳا، جيڪو لفظ اسان جي سڄي سنڌي سماج ۾ ڪٿي بہ موجود ڪونهي. هو خواب کي سپنو ڪوٺڻ لڳا. جيڪو هندي ٻوليءَ مان کنيو ويو آهي، اهڙيءَ ريت هروڀرو ڌارين لفظن جي ڀرمار ٻوليءَ جي صورت بگاڙي ڇڏي ٿي، نتيجي ۾ ٻولي واڌ ويجهہ بدران پنهنجي ترقي روڪبو ڇڏي.

جيتوڻيڪ اردو ٻولي پارسي ۽ هندي جو گڏيل ڪچڪول ضرور آهي پر اردو صحافت انگريزي لفظن بدران پنهنجا نوان لفظ ڏيئي هڪ نئين راهہ ضرور ڪڍي ورتي آهي. هو ايڊيٽر کي مدير، يونيورسٽي کي جامعہ، وائيس چانسلر کي شيخ الجامعہ، فارمولي کي ڪُليہ وغيره چون ٿا، جنهن ڪري اهي لفظ سندن روز مره ڳالهہ ٻولهہ جو حصو بڻجي وڃن ٿا پر "ڪوي" لفظ سنڌي ڳالهائيندڙن جي روز مره ڳالهہ ٻولهہ جو حصو بڻجي نہ سگهيو آهي، ڇو تہ اهو لفظ اوپرو آهي ۽ سنڌي

سماج ۾ پنهنجي جاءِ والاري نہ سگھيو آھي.

اڪثر ڪري ڏ سڻ ۾ ائين آيو آهي تہ اخبارون پنهنجي تربيتي ڪردار بدران ڪمرشل روپ اختيار ڪنديون آهن، ان ڪري ان ۾ ايڊيٽر ڪان وٺي پيسٽر تائين عملي جو معيار بہ مقرر نہ هوندو آهي، مترجم، خبر يا مضمون جو ترجمو ڪندي وقت ان ٻوليءَ جي لغات سامهون رکي ترجمو ڪرڻ بدران ڏکن هٿڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏيندا آهن، جيڪڏهن ڪين Hearing جو ترجمو "شنوائي" ذهن ۾ نہ آيو تہ "ٻُڌڻي" ڪري لکي ڇڏيندا. حالانڪہ سنڌي سماج ۾ ڳالهہ ٻولهہ دوران لفظ شنوائي استعمال ٿيندو آهي. ٻڌڻي جو وجود ئي ڪونهي. اهڙيءَ ريت ٻوليءَ جي فعلن جي صورت بگاڙي ٿي وڃي، حالانڪہ ٻوليءَ جي مٺاس ۾ چاش فعل سان لاڳاپيل آهي.

اڄوڪي دؤر ۾ ٻوليءَ جي بقا جون ضامن ان ٻولي ۾ شايع ٿيندڙ اخبارون آهن، جيڪڏهن اخبارن پنهنجي عملي حيثيت جو اندازو نہ لڳايو ۽ ٻوليءَ جي بيهڪ، بناوت ۽ اچارن سان هٿ چراند جو سلسلو جاري رکيو تہ ٻولي پنهنجي شڪل تبديل ڪري سگھي ٿي، ان لاءِ ضروري آهي تہ اخبار کي ان ٻوليءَ جي درسي ڪتابن واري ٻوليءَ جي معيار مطابق شايع ڪرڻ گھرجي. مثال طور سنڌي درسي ڪتاب حيدرآباد جي ٺيٺ ۽ صاف شفاف سنڌيءَ ۾ لکيا ويندا آهن تہ اخبارون بہ اُن لهجي ۾شايع ٿيڻ گھرجن، جيتوڻيڪ لاڙ ۽ سري توڙي شهري ٻوليءَ جو ڌار ڌار لهجو آهي پر اخبار کي ان جو محتاج نہ بڻايو وڃي.

ٻوليءَ جي بگاڙ ۾، اُن ٻولي ڳالهائيندڙ قوم جي مٿان ڌاري ٻوليءَ جي سامراجي حيثيت پڻ متاثر ڪندڙ ڪردار ادا ڪيو آهي. جيئن سنڌ جڏهن مغلن جي هٿ هيٺ هئي تہ سنڌ ۾ فارسي منهن ڪڍيو. سنڌ جي دفتري ٻولي فارسي ٿي، پهاڪو ٺهيو تہ "فارسي گھوڙي چاڙهسي" پر جڏهن سنڌ جي ساڃهوند دانشور لطيف سرڪار اُن ڳالهہ کي رد ڪيو تہ:

جي تـو پـارسـي پـڙهيو، گولو تو ۽ غلام
اچـيو تـان آب گهري، بکيـو تـان طـعـام
اي‌ءُ عامن سندو عام، خاصن مان ڪين ٿئي.

سنڌي ادب ۽ ڪلچر ۾ فارسيءَ جو جادوئي ڪيل گهڻو وقت نـہ هلي سگهيو. يعني ان دور جي دانشور ڏاري ٻوليءَ جي حاڪميت خلاف جهاد ڪيو. انگريزن جي صاحبيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ تي انگريزي زبان جو اثر ٿيو ۽ اهو سلسلو اڄ تائين جاري آهي، ان سان گڏ هندي ٻولي ۽ اردو جو اثر پڻ سنڌي ٻوليءَ تي موجود آهي، جنهن ڪري اصل سنڌي لفظ گم ٿي رهيا آهن، سنڌي اخبارن جي روزمره لکجندڙ ٻولي پڻ اِنهيءَ جي ور چڙهيل آهي.

اخبارن کي پنهنجي قومي حيثيت جو تعين ڪرڻ گهرجي. اخبارون پنهنجو پاڻ کي ٻوليدانن اڳيان جوابدار سمجهن، جيڪڏهن ٻولي زنده رکڻي آهي تہ اخبارن کي ٻوليءَ جي آرسي بنائڻو پوندو تہ جيئن مستقبل ۾ اها ٻولي وڌي ويجهي ۽ ترقي ڪري دنيا جي ترقي يافتہ ٻولين سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي سگهي.

# سنڌي اخبارن جي ٻولي

**نياز همايوني**

سنڌي هڪ وڏي ۽ ويڪري ٻولي آهي. وڏي ان ڪري جو هن ۾ جيڪي اڪيچار لفظ آهن، تن جي ڦيرگهير مان ڪيئي معنائون جوڙي، نروار ڪري سگهجن ٿيون ۽ ويڪري ان لاءِ ته منجهس گڏجندڙ ٻاهرين نقطن کي نئون روپ ڏئي، انهن کي پنهنجي لکت سان سنمک ڪري سگهجي ٿو- ان لاءِ مجلسي زندگيءَ کان سواءِ ڪتاب پڻ ڪافي انداز ۾ موجود آهن، جن جي مدد سان سنڌي ٻوليءَ کي نج نموني ڪتب آڻي-پنهنجو ۽ ٻوليءَ جو مان مٿاهون ڪرڻ سؤلو ٿي سگهي ٿو.

افسوس آهي جو ايڏن وسيلن هوندي به اسان جون اخبارون اڄڪلهه اهڙي ٻولي ڪتب آڻي رهيون آهن، جنهن ۾ اصليت جي ابتڙ لفظ ۽ جملا ڏسڻ ۾ پيا اچن، جن جي نتيجي ۾ نئون نسل اباڻي ٻوليءَ کان پراهون ٿيندو پيو وڃي. جيڪيڏهن اها حالت قائم رهندي آئي ته سنڌي ٻولي سڃاڻپ کان ئي پرتي هلي ويندي، جا ڳالهه ڪيڏي نه ڏکدائڪ ٿيندي.

هن باري ۾ جڏهن اخبار وارن کان پڇيو ويندو ته هنن جو هڪڙوئي جواب ملندو، ته اسان ٻوليءَ کي ٽيڪنيڪل انداز ۾ پيش ڪري رهيا آهيون، تنهن ڪري اعتراض اجايو آهي- ڀلا اها ڪهڙي ٽيڪنڪ آهي، جو لفظن ۽ جملن کي مروڙي سروڙي ائين پڙهندڙن اڳيان آندو وڃي، جو سچي ڳالهه ڪل جهڙي ٿي پوي. اخبارون ته پاڻ ٻولي سيکارڻ جو ذريعو هئڻ کپن. جن کي پڙهي ننڍو وڏو پنهنجي ڄاڻ وڌائڻ سان گڏ ٻوليءَ جي اصليت کان به واقف ٿيندو رهي. پر هتي ڪجهه ٻيو پلئه پوي ٿو.

اخبارن ۾ نہ رڳو ٻوليءَ جي اصليت ڦيرائي ان جي سونهن ۽ سيبتائي کي ختم ڪيو ٿو وڃي، پر معنيٰ ۽ مطلب سان گڏ ٻين معاملن کي بہ غلط انداز ۾ آڻي سڀ ڪجهہ لئي متي ڪرڻ لاءِ هاڃا هنيا پيا وڃن. هاڻ تہ اها حالت آهي جو اخبار نويسن جي اثر ۾ نوان پراڻا اديب، عالم وغيره بہ انهيءَ وهڪري ۾ وڌندا نظر اچن ٿا، انهيءَ ڪري تہ هيڪاري وڌيڪ اندر سڙي ٿو.

هتي هڪ مهيني جي اڌ ڏزن اخبارن مان نموني طور ڪي ٽڪرا چونڊ ڪري پڙهندڙن آڏو آندا وڃن ٿا، انهيءَ نيت سان تہ انهن کي پڙهي هرڪو پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسي، تہ واقعي سنڌي ٻوليءَ سان ڪو انڌير پيو ٿئي يا اجائي واويلا ڪئي پئي وڃي. انهن مان ڪي خاص ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا.

1- سنڌيءَ ۾ شهرن ۽ ماڻهن يا جانورن وغيره جي نالن جي پڇاڙي ضرورت مطابق ي- ۽ و جي بدل سدل سان نئين صورت ۾ آندي وڃي ٿي جنهن جو مطلب نيارو ٿي، پوي ٿو: مثال طور ڻتو، ڪنڊيارو، جمعو، ڪوسو، ڏيڳو، ڇيلو وغيره. اهي ٻن صورتن سان ڪتب اچن ٿا:

ڻتو- ڪنڊيارو فلاڻي پاسي آهن. جمعو ذات جو ڪوسو آهي، ڏيڳو ڳاڙهو- ڇيلو ڪارو آهي، اها آهي پهرين صورت. هاڻي ٻي صورت هيئن ٿيندي.

هيءَ بس ڻتي يا ڪنڊياري ويندي- مونکي جمعي ڪوسي سان ملڻو آهي- ڏيڳي ۽ ڇيلي ۾ وڏو فرق ٿئي ٿو.

ليڪن اخبارن ڇا ڪيو آهي، جو پنهنجو وقت ۽ اخبار جي جاءِ بچائڻ لاءِ پنهنجي ٽيڪنڪ ڪان ڪم وٺي، انهن لفظن جي پڇاڙيءَ مان "ي" ڪڍي اڪوپوءِ هي طريقو اختيار ڪري ڇڏيو آهي.

ڻتو ۾ ڪجهہ ڪونهي- ڪنڊيارو ۾ سڀڪجهہ آهي. جمع ڪوسو کي پوليس گرفتار ڪيو. ڏيڳو کي ڏک لڳو ۽ ڇيلو کي چور ڪاهي ويا.

سنڌيءَ ۾ جڏهن آگره، ساڪره ۽ ساگره لکڻ ۾ اچي ٿو، تہ
ان جي صورت آگرو، ساڪرو ۽ سانگرو ٿئي ٿي، پر اخبارن ۾ اهي اردو
انداز سان پهرين صورت ۾ ئي لکيا وڃن ٿا.

پيو تہ هالا، کهڙا ۽ فيصلا پڻ صورتن ۾ لکجن ٿا:

1- ذات جا هالا، کهڙا، ڪم جا فيصلا.

2- هو هالن ويو، مان کهڙن/ کهڙين ويندس. فلاڻو فيصلن لاءِ ٿو وڃي.

اخبارن ۾ ڏنو ويندو تہ ائين لکيل هوندو- هو هالا ويو آءٌ کهڙا ويندس- هن کي فيصلا مڙهڻ جو حق ڪونهي.

3- ڌاڙيل کي فارسي ۾ رهزن، سنڌي ۾ ڌاڙيل سڏيو وڃي ٿو. پر اخباري زبان ۾ رهزن کي ڌاڙيل جي صفت طور ڪتب آندو وڃي ٿو- رهزن ڌاڙيل قادو سرگاٽي.

4- اسان وٽ نيارو لفظ موجود آهي، پر اخبار وارن کي اهو ڪٿي ٿو آئڙي- هرويرو" انوکو" يا نرالو پيا لکندا.

5- جمع واحد جو نيارو نمونو- هٿيارن سوڌو چار چٽا گرفتار.

6- عام لفظ:

وٽن جو قتل عام- چوري ٽيل ميڙي پونجي. غيرقانوني اسلحو، قتل هڪ الميو. نظم جو الميو، خواندگي جي شرح- ناچ نچيائين، ٻڌڻي ۽ خانگڻ!

7- ڪي ادبي ٽڪرا: ادبي ڪيتر ۾ نوجوان جون لکيتون- من پاتال ۾ امنگن جا نوان گلاب. ڪلا ڪيتر جو سگهارو- آواز- هڪڙي اديب جو ڪمال اجهو هي آهي:

سنڌ جو سينو چيري سپن مان هيرا ڳولڻ وارا، بس سائين وڃي ٿيا خير-!

اخبارن ۾ تہ اڄڪلهہ هڻ هٽان لڳي پئي آهي، تہ ٿر مان ملندڙ ڪوئلي منجهان هيرا نڪري رهيا آهن- ان هوندي بہ اديب صاحب تہ

غافل رهيو، پر اخبار وارن کي بہ پتو نہ پيو تہ هيرا ڪتان ٽا پيدا ٿين.

هتي وڏيڪ ٽيڪاٽپٽي بدران اخبار مان وڏي محنت سان چونڊ ڪيل سمورو مواد پڙهندڙن جي خدمت ۾ پيش ڪجي ٿو، تہ جئين پاڻ کو فيصلو ڪري سگهن ۽ اخبار وارن کي ان لاءِ لکن تہ آخر هي سيڪجهہ ڇا پيو ٿئي!

هتي مثال خاطر اخبارن ۾ ڇپيل غلط جملا ڏئي، سندن رهنمائيءَ لاءِ صحيح جملا ڏجن ٿا.

## روزانہ "جاڳو" ڪراچي

1.12.94: ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ٺٽو جي آڊٽ ڪرائي ويجي (خبر).

ٺٽي جي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جي آڊٽ ڪرائي وڃي.

2- ڪنڊيارو وٽ قومي شاهراه تي ٻن ٽئنڪرن ۾ ٽڪر (خبر).

ڪنڊياري وٽ قومي شاهراهہ تي ٻن ٽئنڪرن ۾ ٽڪر.

3- ٻگهاڻ پوليس جي حد ۾ 15 وارداتن سبب شهري پريشان (خبر).

ٻگهاڻ پوليس جي حد ۾ پندرهن وارداتن سبب شهري پريشان.

4- پنتي پيل علائقن کي ترقي وٺرائي ويندي (خبر)

پٺتي پيل علائقن کي ترقي ڏياري ويندي.

5- تلهار ٽائون ڪميٽي ايڊمنسٽريٽر خلاف واپارين جو احتجاج (خبر)

تلهار ٽائون ڪميٽي جي ايڊمنسٽريٽر خلاف واپارين جو احتجاج.

6- آگره جو تاج محل ماحولياتي خطرن ۾ گهيريل (خبر).

آگري جو تاج محل ماحولياتي خطرن ۾ گهيريل.

7- افغان ويڙهاڪ گروپ مفاهمت جو رستو اختيار ڪن (خبر).

افغان ويڙهاڪ گروپ نبيري جو رستو اختيار ڪن.

2.12.94؛ ڪيئي ڪاٽن جا سڪريٽري تبديل (خبر).

ڪيترن ئي ڪاٽن جا سيڪريٽري تبديل.

5.12.94؛ .... ڪي سنڌ مٿان فيصلا مڙهڻ جو حق ڪونهي (خبر).

..... ڪي سنڌ مٿان فيصلن مڙهڻ جو حق ڪونهي.

(2) ڏاڙيل استادن جون پنج لک پگهارون ڦر ڪري ويا (خبر).

ڏاڙيل استادن جي پگهار جا پنج لک ڦري ويا.

11.12.94؛ هٿياربندن جي ڳوٺ خان پٽو تي چڙهائي (خبر).

ڳوٺ خان پٽي تي هٿياربندن جي چڙهائي.

12.12.94؛ امتحان وٺڻ ۾ نتيجا ظاهر ڪرڻ واري حڪم تي حيرت (خبر).

امتحان وٺڻ ۾ نتيجن ظاهر ڪرڻ واري حڪم تي حيرت.

20.12.94؛ نون پوڪيل وڻڻ جو بيدردي سان قتل عام (خبر).

نوان پوکيل وڻ بيدردي سان وڍيا پيا وڃن.

21.12.94؛ پروفيسرن جي چوري ٿيل ميڙي پونجي موٽائي وڃي (خبر).

پروفيسرن جي چوري ٿيل ميڙي چونڊي موٽائي وڃي.

22.12.94؛ وزيراعظم هائوس نئون ديرو آڏو (خبر).

وزيراعظم هائوس نئين ديري آڏو.

24.12.94؛ ڪپرو ۾ صفائي عملي جي هڙتال (خبر).

ڪپري ۾ صفائي واري عملي جي هڙتال.

28.12.94؛ سنڌ ۾ غيرقانوني اسلحو هٿ ڪرڻ لاءِ رٿا تيار (خبر).

سنڌ ۾ غيرقانوني هٿيارن هٿ ڪرڻ لاءِ رٿا تيار.

30.12.94؛ ايوان جي اڻ پورو هئڻ وارو فيصلو درست نہ آهي (خبر).

ايوان جي اڻ پوري هئڻ وارو فيصلو درست نہ آهي.

## روزانہ "ڪاوش" حيدرآباد

1.12.94: ساموندي حدن مان 7 ھيڙين سوڊو 45 مھاڻا گرفتار (خبر).
ساموندي حدن مان ستن ھيڙين سوڊا پنجيتاليھہ مھاڻا گرفتار.

(2) فقير جادم مگريو کي- قيدي قرار ڏنو ويو (خبر).
فقير جادم مگرئي کي قيدي قرار ڏنو ويو.

2.12.94: ڄام شورو ۾ شاگردن جو احتجاجي مظاھرو (خبر).
ڄامشوري ۾ شاگردن جو احتجاجي مظاھرو.

16.12.94: سنڌ جو رھزن ڏاڙيل قادو سرگاٽي (خبر).
سنڌ جو خطرناڪ ڏاڙيل قادو سرگاٽي.

(2) ڏرپ مھرشاھہ ۾ پوليس وردي پھريل ھٿياربند (خبر).
ڏپ مھر شاھہ ۾ پوليس وردي پھريل ھٿياربند.

18.12.94: ٽنڊو باگو ۽ ڀرپاسي ڪالرا (خبر).
ٽنڊي باگي ۽ ڀرپاسي ۾ ڪالرا.

(2) داخلائون نہ مليون تہ حڪمران انوکو احتجاج ڏسندا (خبر).
داخلائون نہ مليون تہ حڪمران کو نيارو احتجاج ڏسندا.

19.12.94: ڪراچيءَ ۾ زندگي مفلوج (خبر).
ڪراچيءَ ۾ زندگي عذاب.

(2) ڪارو ڪھنگھرو لڳ مسافر وين ۽ ڪار وچ ۾ ٽڪر (خبر).
ڪاري ڪھنگھري يا ڳانھگري لڳ مسافر وين ۽ ڪار وچ ۾ ٽڪر.

(3) پنو عاقل ۾ گندو پاڻي...... (خبر)
پني عاقل ۾ گندو پاڻي.......

20.12.94: خيرپور مان ھٿيار سوڊو چار ڇٽا گرفتار (خبر).
خيرپور مان ھٿيارن سوڊا چار ڇٽا گرفتار.

(2) ڳوٺ شيرو بلو تي پوليس جي چڙھائي (خبر).
ڳوٺ شيرو بلي تي پوليس جي چڙھائي.

22.12.94، شهيد ڀٽو جي 67 سالگرهہ (خبر).
شهيد ڀٽي جي ستهٺين سالگرهہ.
(2) بشير هاليپوٽو سميت..... (خبر).
بشير هاليپوٽي سميت..... .
23.12.94، بکو ديرو مائنر جو پاڻي اٽلي پيو (خبر).
بکي ديري مائنر جو پاڻي اٽلي پيو.
24.12.94، پاڪستان ڪي هٿيار ڏنا آهن نہ ڏيڻ جو ڪو ارادو آهي (خبر).
پاڪستان ڪي نہ هٿيار ڏنا ويا آهن، ۽ نہ وري ڏيڻ جو ڪو ارادو آهي.
25.12.94، اوباوڙو ۾ حادثو (خبر).
اوباوڙي ۾ حادثو.
(2) ٽنڊو محمد خان جي ناڪي تان ڦر (خبر).
ٽنڊي محمد خان جي ناڪي تان ڦر.
26.12.94، ٽنڊو بهاول جي ڳوٺاڻن کي ڌمڪيون (خبر).
ٽنڊي بهاول جي ڳوٺاڻن کي ڌمڪيون.

## روزانہ "برسات" ڪراچي

5.12.94، پٿورو پرائمري اسڪول ۾ ڪمرن ۽ فرنيچر جي ڪوٽ (خبر).
پٿوري جي پرائمري اسڪول ۾ ڪمرن ۽ فرنيچر جي ڪوٽ.
(2) چوندن مهل ڪيل سمورا واعدا پاڙيا (خبر).
چوندن پيري ڪيل واعدا پاڙيا ويندا.
6.12.94، ٻہ اهلڪار رشوت وٺندي سڱ سوڌو گرفتار (خبر).
ٻہ اهلڪار رشوت وٺندي سڱ سوڌا گرفتار.
(2) ..... جو قتل هڪ الميو آهي (خبر).

....... جو قتل هڪ ھاجو آهي.

7.12.94: ملازم چئن ڪان پندرهن مهينن تائين جي پگهار ڪان محروم (خبر).

ملازم ٻارهن مهينن جي پگهار ڪان محروم.

11.12.94: پوليس جي ڳوٺ جمع ڪوسو تي چڙهائي (خبر).

جمعي ڪوسي ڳوٺ تي پوليس جي چڙهائي.

13.12.94: ڳچيرو پراڻو جي رهواسين چيو آهي (خبر)

ڳچيري پراڻي جي رهواسين چيو آهي.

14.12.94: ضلعي ٺٽي ۾ جڳاڙي ڊاڪٽرن جا ڪلور (خبر).

ضلعي ٺٽي ۾ نقلي ڊاڪٽرن جا ڪلور.

(2) انچارج تي دوائون ڪپائڻ جو الزام.

انچارج تي دوائن ڪپائڻ جو الزام.

15.12.94: لاڙڪاڻو ميڊيڪل گروپ ۾ ڌڙا بندي (خبر).

لاڙڪاڻي جي ميڊيڪل گروپ ۾ ڦوٽ.

16.12.94: ڪٽڪ جي اٽي جي ٻوري 50 رپيا مهانگي (خبر).

ڪٽڪ جي اٽي جي مهانگائي چوٽ تي في ٻوري پنجاھ رپيا.

17.12.94: ڪهاڻي ڪنهن ٻہ واقعي جي اپٽار هجي ٿي (خبر)

ڪهاڻي ڪنهن ٻہ واقعي جي اپٽار هوندي آهي.

19.12.94: خواندگي جي شرح شرمناڪ حد تائين گهٽ آهي.

(اردو جو سڌون سڌو نقل)

(2) رهزن ڏاڙيل اصغر جهتيال- گرفتار (خبر).

ڏاڙيل ۽ رهزن ساڳي ڳالھ ناهي ڇا؟

23.12.94: هاءِ اسڪول گوزو مسئلن جي ڄار ۾ (خبر).

گوزي جو هاءِ اسڪول مسئلن جي ڄار ۾.

(1) حڪومت مسئلا حل ڪرڻ لاءِ پتوڙي رهي آهي.

حڪومت مسئلا حل ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهي آهي.

31.12.94، پنهنجو پاڻ کي قابو ۾ رکي نہ سگهي- اهڙو ناچ نچيائين
جو سموريون طوائفون هٽي پوٽي ويون.
پاڻ کي قابو ۾- اهڙو ناچ نچيائين؟ واهوا.
31.12.94، جي ضمانت جي درخواست جي ٻڌڻي. شنوائي بدران-
ٻڌڻي!
نوٽ؛ هن اخبار ۾ هڪ نئون لفظ خانگڻ يعني ڪنهن
سرڪاري ڪاتي کي خانگي ڪرڻ ايجاد ٿيو آهي. ڏسو پرچو
11.1.95.

## روزانہ "عبرت" حيدرآباد

1.12.94، هڪ اشتهار "گلي جي خراش"
(2) مرتضيٰ ڀٽو جو سجاول جو دورو (خبر).
مرتضيٰ ڀٽي جو سجاول جو دورو.
(3) اسان وٽ هنر ۾ صلاحيت هئي (خبر).
اسان وٽ هنر سان گڏ صلاحيت هئي.
2.12.94، هال ڪچا ڪچ ڀريل هو (خبر).
هال ماڻهن سان ٽمٻريل هو.
(2) ٽنڊو محمد خان مان تيل حاصل ڪندڙ ڪمپني (خبر).
ٽنڊي محمد خان مان تيل حاصل ڪندڙ ڪمپني.
(3) فنڪاره فوزيہ سومرو جي اجا ڪنهن سار نہ لڌي (خبر).
فنڪاره فوزيہ سومري جي اجا ڪنهن سار نہ لڌي.
(4) ..... پنهنجي زبان کي لغام ڏي (خبر).
...... لغام وات کي ڏبو آهي.
(5) لچالت جا واقعا.......!
لچن لتڻ جا واقعا......!
عورتن جي لچالت ڪئي وئي (خبر).

عورتن جي لڄ لٽي.

(6) اندرون سنڌ ۾ تعليم جي حالت (خبر).

سنڌ اندر تعليم جي حالت.

3.12.94، مون جيڪو وچن ڪيو آهي، ان تي اٽل آهيان (خبر).

وچن ۾ اٽل (لکي لوڪومل، تہ پڙهي پنجورام).

4.12.94، سنڌ تي ڪلهوڙا حڪمراني بابت سيمينار (خبر)

سنڌ جي ڪلهوڙن جي حڪمراني بابت سيمينار.

5.12.94، نوشهرو فيروز لڳ پوليس جو ڌاڙيلن خلاف آپريشن (خبر).

نوشهري فيروز لڳ پوليس جو ڌاڙيلن خلاف آپريشن. .

(2) ٽنڊو محمد خان شهر ۾ چورين جي ڌم (خبر).

ٽنڊي محمد خان شهر ۾ چورين جي ڌم.

(3) سنڌ حڪومت پنهنجي ذميواري کان غافل نہ آهي (خبر)

ذميواري بدران ذميداري هئڻ کپي.

6.12.94، ٽنڊو حيدر شهر گندي پاڻي جي گهيري ۾ (خبر).

ٽنڊي حيدر جو شهر گندي پاڻيءَ جي گهيري ۾.

(2) مسلم ليگ ڌماڪن بجاء پٽاخا ڇڏيا (خبر).

ڌماڪا ۾ پٽاخا واهہ سائين واهہ!

7.12.94، حڪومت ڊاڪٽرن جا اهنج پورا ڪري (خبر)

حڪومت ڊاڪٽرن جي اهنج جو اپاءُ ڪري.

(2) باجارا علائقي ۾ اغوا جا واقعا (خبر).

باجارن جي علائقي ۾ اغوا جا واقعا يا وارداتون.

8.12.94، ٿر ۾ پاڻي جو شديد قحط (خبر).

ٿر ۾ پاڻي جي سخت اٽاٽ.

9.12.94، ميرپور بٺورو ۾ مهانگائي (خبر).

ميرپور بٺوري ۾ مهانگائي.

11.12.94، سنڌ جي وڏي وزير باجاره ۾ اکين جي ڪئمپ .... (خبر).

سنڌ جي وڏي وزير ٻاجارن ۾ اکين جي ڪئمپ......

12.12.94، ڪنڊيارو تعلقي ۾ ڌاڙيلن جو ڏپ ڇانيل (خبر).

ڪنڊياري تعلقي ۾ ڌاڙيلن جو ڏاءُ پکڙيل.

15.12.94، نورو ڪوسو گرفتار

افضل ڪوسو جي قتل ۾ گهربل جوابدار (هڪ نہ ٽيو ٻہ ٿيا).

25.12.94، ٽنڊو عالم وٺان نڪرندڙ تيل (خبر)

ٽنڊي عالم وٺان نڪرندڙ تيل.

(2) ٽنڊومستي جي مشهور زميندار جي گهر مان هٿياربند ڌاڙو هڻي مال ڪٽي ويا. (خبر)

ٽنڊو مستي بجاءِ ٽنڊي مستي لکڻ گهربو هو.

29.12.94، افغان پناڻن جا ڪنڪ اڏيرو لعل پهچي ويا (خبر).

افغان پناهگيرن جا ڪنڪ اڏيري لعل پهچي ويا.

30.12.94، ڪنڊيارو پرسان ڪلهوڙن جي ٻن ڌرين ۾ جهيڙو (خبر).

ڪنڊياري پرسان ڪلهوڙن جي ٻن ڌرين ۾ جهيڙو.

31.12.94، سال 94 راندين جي حوالي سان ياگ پرو رهيو (خبر).

لفظ ياگ پرو- (پاڻ پرو ڪان ورتل ٿو ڏسجي).

ياگ پرو بجاءِ ياگ پريو يا ياگوند لکڻ گهرجي.

## روزانہ ”هلال پاڪستان“ ڪراچي

1.12.94، ڪراچي ۾ ٻن ڪارڪنن سوڌو 6 ڄڻا قتل (خبر).

ڪراچي ۾ ٻن ڪارڪنن سوڌا چار ڄڻا قتل.

2.12.94، قوم سنڌ کي ٽڪرا بڻائڻ واري سازش ناڪام بڻائيندي (خبر).

قوم سنڌ کي ٽڪرن ڪرڻ واري سازش ناڪام بنائيندي.

3.12.94، فضل پنيرو ۾ دوائن جي کوٽ (خبر).

فضل پنيري ۾ دوائن جي کوٽ.

4.12.94، جيل ۾ واڙيلن جي آزادي لاء جدوجهد (خبر).
قيدين جي آزادي يا باندين جي آزادي.
(2) ڪيڏنڻ شهر ڪنڊرن جو ڏيک ڏئي رهيو آهي (خبر).
سنڌيءَ ۾ ڪنڊر ڪي ڍانڍو چيو وڃي ٿو.
5.12.94، ممتاز علي ڀٽو جي صدارت ۾ (خبر).
ممتاز علي ڀٽي جي صدارت ۾.
6.12.94، ڏاڙيل حمل مرهٽو جي ٽولي (خبر).
ڏاڙيل حمل مرهٽي جي ٽولي.
(2) سنڌ جي الوکي شاعري (خبر)
سنڌ جي نياري شاعري.
11.12.94، من پاتال ۾ امنگن جا نوان گلاب (خبر)
پاتال ۾ ڪنول ٽيندا آهن.
(2) نوجوانن جي مستقبل سان کيڏندڙ حڪومت کي....
نوجوان جي آئندي سان کيڏ ڪندڙ حڪومت کي.....
13.12.94، جمن ڀٽو- دودو ڀٽو ڳوٺن کي بجلي ملي وئي (خبر)
ڳوٺ جمن ڀٽي ۽ دودي ڀٽي کي بجلي ملي وئي.
(2) ڊاڪٽر ڊيوٽي نٿا ڪن، صرف پگهار تا کائن (خبر)
ڊاڪٽر ڊيوٽي نٿا ڏين، صرف پگهار پيا کائن.
14.12.94، افضل ڪوسو جو قاتل- نورو ڪوسو گرفتار (خبر).
نئون ديرو لڳ حادثو......
15.12.94، جنهاڻ سومرو ڳوٺ ۾ اُرڙي جو مرض
ڪڙيو. گهنور لڳ هتيارٻند.
15.12.94، گئس جي قيمتن ۾ ڀيٽي اضافو جو فيصلو (خبر)
ڪراچي -حالتن ۾ سڌارو اچڻ جي اميد (ايڊيٽوريل).
(2) ڪلا ڪيتر جو سگهارو ۽ بي خوف آواز
ڪلا ڪيتر!

18.12.94، هيرا ڦيري کان سواءِ هرڪم چڱ اڌورو آهي.

هيرا ڦيري!

20.12.94، ساگر سومرو سان رهاڻ (خبر).

ساگر سومري سان رهاڻ.

سنڌ اسيمبلي منجهاران (رپورٽ جي سرخي).

21.12.94، ڪنڌرا پرسان پوليس مقابلي کان پوءِ.

ڪنڌرن پرسان- هٿڻ ڪپي.

24.12.94، پنجو ديرو ڳوٺ هر حڪومت ۾ مسئلن ۾ ڦاٿل.

ڳوٺ پنجو ديرو هر حڪومت پيري مسئلن ۾ ڦاٿل.

28.12.94، ٽنڊو الهيار جون خبرون.

مورو ويجهو شاخ ڪي ڳهارو.

29.12.94، تعميري سياست اڳيان تخريب جي ڀاڃ (ايڊيٽوريل).

(2) سڳي ڌيءَ جي عصمت ڇيهون ڇيهون.

(3) يارمحمد ڪسوره جي گرفتاري جي مذمت.

30.12.94، امريڪا ۽ چين وچ ۾ واپاري جنگ جو خطرو.

(2) ڳوٺ عرضي ڀٽو مان پٽ ۽ ڌيءَ سميت پيءُ اغوا.

ٽنڊو مستي مان ست ڌاڙيل هڪ گهر مان ڦر ڪري ويا.

(3) اظهر سومرو ۽ ڀين کي شوڪاز نوٽيس.

31.12.94، انسپيڪٽر لاڙڪاڻو جو پياءُ پلاند ۾ قتل.

لاڙڪاڻي جي انسپيڪٽر جو پياءُ پلاند ۾ قتل.

31.12.94، ڌاڙيل تي 60 ماٿهن مارڻ جو الزام (خبر).

ڌاڙيل تي سٺ ماڻهن مارڻ جو الزام.

31.12.94، ڪير وڪرو ڪندڙ من ماني طور اگهن وڌائڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو.

ڪير وڪڻندڙن يا ڪير وارن پنهنجي مرضي موجب اگهن وڌائڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو.

## روزانہ "عوامي آواز" ڪراچي

1.12.94، حڪومتي تبديلي جا اُهڃاڻ.

حڪومت جي تبديليءَ جا اهڃاڻ.

(2) جوڻيجو ليگ جي تنظيم ڪاري.

تنظيم کان پوءِ 'ڪاري' جي ڪهڙي ضرورت؟

(3) ڪٽڪ جي پوڪائي نٿي سگهي.

پوڪائي (اخباري ايجاد)

2.12.94، ويران ڪنڊرن جو راز (ٻاراڻو صفحو)

(ڪنڊر تہ هوندائي ويران آهن).

(2) ڪامورا پڪڙ- کان بچيل

ڪامورا وٽ پڪڙ کان بچيل.

3.12.94، جهڏو ۾ غيرقانوني شڪار ڪيل هرڻ.

نوشهرو ۾ پارٽي جي تقريب.

4.12.94، پنهنجي زبان کي لغام ڏين.

لغام وات کي ڏبو آهي.

(2) چار ڪنڊو ۾ لڳايل مفت طبي ڪئمپ.

5.12.94، سرطان سٽيل ماءُ جو علاج.

6.12.94، مورو مان ڦر جي واردات.

(2) محبت ديرو پوليس جي ڳوٺ تي چڙهائي.

(3) ٽنو اسپتال ۾ ويم گهر عملو نہ هئڻ ڪري بند.

عملي نہ هئڻ ڪري ٽنڊي جي اسپتال جو ويم گهر بند.

(4) ٽنڊو باگو ۾ بنيادي سهوليتن جو ڪال.

گرلس هاءِ اسڪول جهڏو ۾ ماستريائين جي کوٽ.

7.12.94، اندروني سنڌ مان ٽي بي مرض جي دوا اڻ لڀ.

سنڌ جي اندرين علائقن مان ٽي بي جي دوا اڻ لڀ.

9.12.94، ساڪرو ۾ هندن جي قديم مندر تان قبضو نہ هٽيو.
ساڪري ۾ هندن جي قديم مندر تان قبضو نہ هٽيو.
11.12.94، پرائمري اسڪول ڇتو ڇنڊ عمارت ڪان محروم.
ڇتي ڇنڊ جو پرائمري اسڪول عمارت ڪان محروم.
(2) شهر مان 5 گاڏين سميت لکين رپين جي ڦر.
شهر مان پنجن گاڏين سميت لکين روپين جي ڦر.
12.12.94، امن ڪرائڻ ۾ سنڌ حڪومت جي ناڪامي.
امن بحال ڪرائڻ ۾ سنڌ حڪومت ناڪام.
13.12.94، شيخ پرڪيو لڳ ڌاڙيلن جي سرگرمي.
شيخ پرڪيي لڳ ڌاڙيلن جي سرگرمي.
(2) عوامي آواز کي گهٽو ڏئي نٽو سگهجي.
گهٽو تہ نڙيءَ کي ڏنو ويندو آهي.
(3) وسندي کي باهہ: ہہ نينگريون ڪوئلو ٿي ويون.
...... سڙي ڪوئلا ٿي ويون.
14.12.94، آفيسرن ۽ ٺيڪيدارن جي ملي ڀڳت.
ملي ڀڳت بجاءِ ناني ويڙهو لکڻ گهرجي.
(2) کهڙا لڳ قبائلي جهيڙو.
کهڙن لڳ قبائلي جهيڙو.
(3) ساک جهڙيون رسمون انساني حقن جي ڀڃڪڙي آهي.
هتي آهي، بدران، آهن لکڻ گهرجي.
15.12.94، کهڙا ڊرب مهر شاهہ ۾.
کهڙن ۽ ڊب مهر شاهہ ۾.
16.12.94، ويران ڪنڊر جو راز.
ويران ڪنڊر؟
(2) وارهہ گل ٻرڙو روڊ جي ڪير سار لهندو.
وارهہ گل ٻرڙي روڊ جي ڪير سار لهندو.

17.12.94، ٽنڊو محمد خان ۾ تيل جي ڳولا.

ٽنڊي محمد خان ۾ تيل جي ڳولا.

18.12.94، سنڌ جو سينو چيري سپن مان هيرا ڳولڻ وارا.

هيرا سپن مان نہ پر ڪوئلن جي کاڻ مان ملندا آهن.

19.12.94، ٽنڊو آدم ۾ باندن جي آڙ ۾ جوا.

ٽنڊي آدم ۾ باندن بهاني جوا.

21.12.94، ٻنا مالڪن طرفان روڊن تي ڌرڻو.

ٻنن جي مالڪن پاران روڊن تي ڌرڻو.

(2) اڏيرو لال اسٽيشن تي ڌارين جي ڪاهہ.

اڏيري لعل اسٽيشن تي ڌارين جي ڪاهہ.

22.12.94، ٽنڊو محمد خان جا وڌندڙ مسئلا.

ٽنڊي محمد خان جا وڌندڙ مسئلا.

23.12.94، ضلعي ٿٽي جي لاڪپن ۾ قيد.....

اصل لفظ لاڪ اپ آهي.

24.12.94، اوباوڙو لڳ ماچڪي مان.

اوباوڙي لڳ ماچڪي مان.

(2) اڄڪلهہ شاعري ڪرڻ وڏي ڳالهہ ڪونہ رهي آهي.

ڳالهہ ڪانہ رهي آهي.

(هي هڪ ادبي مضمون لکندڙ جو حال آهي).

25.12.94، کپرو کان پٽ ياٽتي روڊ تي.

کپري کان پٽ ياٽتي روڊ تي.

27.12.94، سنڌ ۾ ٽين ڏينهن بہ مينهن، عام زندگي مفلوج.

زندگي مفلوج (اخباري محاورو).

28.12.94، ڳوٺ ٽنڊو شاهہ جا مسئلا.

ڳوٺ ٽنڊي شاهہ جا مسئلا.

29.12.94، قلڪارا ۾ ڏيءِ جي لچالت.

قلڪارن ۾ ڏيءُ جي لچ لٿي وئي.

(2) موهن جو دڙو ۾.

موهن جي دڙي ۾.

30.12.94، پيرجوڳوٺ ۾ امتحاني سينٽر.

پيرڳوٺ ۾ امتحاني سينٽر.

31.12.94، قيمتي پٽر ڊي سي آفيس ٺٽو اڳيان سونهن لاءِ رکيل.

ٺٽي جي ڊي سي آفيس اڳيان سونهن لاءِ رکيل قيمتي پٽر.

(2) ڳوٺ جاڙو هنگورو بنيادي سهوليتن کان محروم.

جاڙي هنگوري جو ڳوٺ بنيادي سهولتن کان محروم.

# سنڌي اخبارن جي ٻولي

سنڌي اخبارون، سنڌي ٻوليءَ جي ڪن بنيادي قاعدن کي نظرانداز ڪري رهيون آهن، ۽ اردوءَ جو نقل ڪري رهيون آهن. مثلاً اڄڪلهه سنڌي اخبارن ۾ لکيو ويندو آهي ته "آءٌ ڪنڌيارو مان پيو اچان". يا "آءٌ مورو مان پيو اچان." شهر جو نالو ڪنڌيارو يا مورو ئي سهي، پر هنن جملن ۾ انهن کي "آءٌ ڪنڌياري يا، آءٌ موري مان پيو اچان" چئي، استعمال ڪرڻو آهي. اردو اخبارن وارا "ڪلڪتي جا رها هون" کي "ڪلڪته جا رها هون" لکي رهيا آهن، پر اهو به غلط آهي.

سنڌي بنيادي طور هڪ لئي واري ۽ سريلي زبان آهي. انهيءَ جو پنهنجو گرامر آهي ۽ پنهنجو مزاج. اسان کي انهن جي حرمت ڪرڻ گهرجي، ٻيءَ صورت ۾ زبان جي شڪل بگڙي ويندي. سنڌيءَ ۾ "جوٽيجي" کي "جوٽيجه" لکڻ، "پٽي" کي "پٽه" لکڻ ۽ "ذريعي" کي "ذريعه" لکڻ به غلط آهي.

- علامه آءِ. آءِ. قاضي

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)